

ممتاز مهر 9 مارچ
1942ع تي سکر شهر
۾ ڄائو ۽ پرائمريءَ
کان وٺي بي ـ اي تائين
تعليم اتي ئي حاصل
ڪيائين. سال 1966 ۾
ڪراچي يونيورسٽيءَ مان
ايم ـ اي (فلاسافي)
ڪيائين. ڪيس ادب
سان چاهه ننڍپڻ کان
وٺي رهندو آيو آهي.

سال 1964 کان وٺي هيل تائين هو 30 کان مٿي
ڪهاڻيون لکي چڪو آهي. سندس ڪجهه ڪهاڻيون
ٻين ٻولين ۾ به ترجمو ٿي چڪيون آهن. ڪهاڻيڪار
کان علاوه هو سنڌيءَ جو هڪ برک مضمون نگار پڻ آهي.

# زندگيءَ جو وهڪرو

(ڪهاڻين جو مجموعو)

— ممتاز مهر

---

نئون دور- پبليڪيشنس سکر سنڌ.

”پاڻي جيڪو ماندو وهندو
وهندو آهي، سدائين نئون
هوندو آهي.“
— هرمن هيس، ناول ”سڌارٿا“ م.

---

# ارپيم ش - ڪ کي

---

”ماڻهو ملن ٿا ۽ ڌار ٿيو وڃن
ٿا، ايئن جيئن پن هوا جي زور
تي لڙهيو وڃن.“
— نڪوس ڪازنتزاڪس ناول
”زوربا يوناني“ م.

# فهرست

# پنهنجي طرفان

پڙهندڙن جي وچ ۾ لکڻ جي ڀيٽ ۾ پنهنجي رچنا تي لکڻ ڏکيو لڳندو آهي. بهرحال هڪ اڻپوري ڪوشش ڪريان ٿو: مون 1964 کان ڪهاڻيون لکڻ شروع ڪيون، جيڪي گهڻي ڀاڱي مختلف رسالن ۾ ڇپجي چڪيون آهن. ڪن کي اڳ ۾ ڇپجڻ جو موقعو مليو نه ڪن کي بعد ۾. انهن کي مجموعي لاءِ ڪهاڻين جي فهرست ٺاهڻ وقت اهو مسئلو پيدا ٿيو ته اڳ ۾ ڪهڙيون ڪهاڻيون ڏجن ۽ بعد ۾ ڪهڙيون؟ ۽ ڪهڙيون ڪهاڻيون مجموعي ۾ شامل نه ڪجن. هن مجموعي ۾ ڪهاڻين جو سلسلو نه تاريخ وار آهي، نه ڪو موضوع وار. ايئن ڪري سمجهجي ته 1964 کان وٺي آگسٽ 1977 تائين لکيل ۽ چونڊيل ڪهاڻين جو هيءُ مجموعو آهي.

هڪ ڪهاڻيڪار جي حيثيت ۾ مان خارجيت ۽ داخليت کي هڪ جيتري اهميت ڏيندو آهيان. ڪنهن ڪهاڻيءَ ۾ خارجيت ڪيتري قدر آهي ۽ داخليت ڪيتري قدر، انهيءَ جو دارومدار ڪهاڻيءَ جي موضوع ۽ پلاٽ تي هوندو آهي. مقصد اهو هوندو آهي ته مختلف

حالتن ۽ وقتن ۾ انسان جي ڪهڙي صورت حال هوندي آهي، تنهن کي ڏيکارڻ. سندس خارجي ۽ داخلي رد عمل کي ڏيکارڻ. بدلجندڙ انساني قدرن کي، ظاهري روپ ۽ اصل حقيقت کي ڏيکارڻ، فرد جي داخلي ڪيفيتن کي، اندر جي سوجهيءَ (Insight) کي ڏيکارڻ.

اڄ جو انسان اڪيچار مسئلن ۾ ڦاٿل آهي. اڄ جي انسان کي آرام ۽ سڪون گهٽ، بي آرامي ۽ اڻ تڻ وڌيڪ آهي. انسان جي اها اڻ تڻ ۽ وسوسا وڌندا پيا وڃن. انسان، درپيش پيچيده مسئلن کي حل ڪرڻ چاهي ٿو؛ انسان انسان کي سمجهڻ چاهي ٿو ۽ ماڻ پاڻ کي سمجهڻ چاهي ٿو، ۽ اهو سلسلو جاري آهي. انسان ۽ انسان جا اڪيچار مسئلا اديب جا بنيادي موضوع آهن ڇو ته اهي هن جا به مسئلا آهن. تنهن ڪري هو جيڪي ڪجهه به تخليق ڪري ٿو ۽ پڌرائي ٿو تنهن ۾ هو سڌي يا اڻ سڌي طرح سان شامل (Involve) آهي. اها شموليت (Involvement) ان رچنا لاءِ تڏهن اثرائتي ۽ مفيد ثابت ٿيندي جڏهن ليکڪ پوري سچائيءَ ۽ ديانتداريءَ کان ڪم ورتو هجي، ٻي صورت ۾ اها رچنا ڪوڪلي لڳندي.

رچنا جي ڏس ۾ هونءَ ته ڪيترائي مسئلا آهن پر هڪ ذميدار (Committed) ليکڪ لاءِ بنيادي مسئلو اظهار جي آزاديءَ جو هوندو آهي. جنهن سماج ۾ اظهار جي آزادي هوندي تنهن سماج ۾ گهٽي کان

گهڻو ۽ سڀني کان سٺو ادب پيدا ٿيندو، ۽ جنهن سماج ۾ اظهار تي پابنديون هونديون آتي صحيح ۽ سچو ادب گهٽ پيدا ٿيندو. دنيا جي ادبي تاريخ جا ورق اٿلائبي ڏسو، اوهان کي انهيءَ حقيقت جي چاڻ پئجي ويندي.

هڪ ڪهاڻيڪار لاءِ اهو ممڪن ڪونهي ته سڀ ڪي اها تنقيدي حقيقت نگاري (Critical-realism) سمجهي ويندي ته مڙني موضوعن ۽ مسئلن کي هڪ ئي هيئت (Form) ۽ اسلوب (Style) ۾ پيش ڪري. ڪنهن موضوع لاءِ صحيح ڍول ۽ طرز ادا اختيار ڪرڻ لاءِ رچنا ڪار کي گهڻو ڪجهه اڳواٽ سوچڻو پوندو آهي. ڪو موضوع اهڙو هوندو آهي جنهن لاءِ بيانيه (Descriptive-Narrative) انداز موزون هوندو آهي، ته وري ڪو اهڙو موضوع هوندو آهي جنهن لاءِ علامتي (Symbolic) انداز بيان مناسب هوندو آهي. جديد رچنائن ۾ ته هر طرح جا تجربا ڪيا ويا آهن ۽ اڪثر بيانيه لکڻين ۾ علامتي عنصر به هوندو آهي. انهيءَ ڪري ئي جديد ادب ۾ ٽيڪنڪ جي تجربن کي گهڻي اهميت ڏني ويندي آهي، فقط انهيءَ مقصد ڪاڻ ته خيال جي اظهار کي مناسب ۽ موزون شڪل صورت ملي سگهي.

ٽيڪنڪ جي تجربن ۽ اظهار خيال جي ڏس ۾ مان پڙهندڙن کي اهو ضرور چوندس ته خاص طرح مان منهنجين ڪهاڻين ”معصوم پارڙا“، ”مٽيءَ جو طوفان“،

"ڪپيل ڏڙ مان وهندڙ وت" ۽ "انڌو کوئو" جي نفسياتي، علامتي ۽ تمثيلي پهلوئن کي ڏيان ۾ رکن، چو ته انهن ڪهاڻين جي مذڪور پهلوئن کي پرکڻ کان پوءِ ئي انهن جو صحيح قدر سڃاتو ويندو.

آخر ۾ هيءَ به عرض ڪندس ته پورنتا (Perfection) جي هر ڪو چاهنا رکندو آهي، پر اها ورلي ڪنهن کي ملندي آهي. مون کي پنهنجي خامين جو احساس آهي.

— ممتاز مهر.

ڪراچي، نومبر 1977ع

# ٻـادن کـان انتقام

هو رهندو تـہ گنڙ باغيچي، پراڻي ڪوليمار وٽ آهي، پر چاڪاڻ تہ ٽيڪسي ڊرائيور آهي، تنهنڪري فرصت ۾ ڪڏهن مونوٽ ملڻ لاءِ ايندو آهي ۽ ٽيڪسيءَ تي ڪڏهن هيل پارڪ ۽ ڪڏهن نيپيئر روڊ گانا ٻڌائڻ وٺي ويندو آهي.

ساڻس ياري شايد هڪ فوٽ بال مئچ جي دوران ٿي هئي، هو منهنجي پٺ ۾ ويٺو هو، هن جو خيال هو تہ ڪاري پٺيءَ واري ٽيم وڌيڪ گول ڪندي، پر منهنجو خيال هو تہ اڇي پٺيءَ واري ٽيم مئچ کٽندي. پوءِ اسان ضد ۾ شرط رکيسين، پر هن جي ڳالهہ صحيح نڪتي هئي.... نہ نہ ياد اچي ويو، اهو واقعو پوءِ جو آهي، هن مان پهرين گـڏجاڻي نهايت خراب حادثي وقت ٿي هئي.... اهو واقعو هڪ سال اڳـ جو آهي، هاڻي بـہ انهيءَ واقعي جو ذميوار مان انهيءَ حرامي ٻيري کي سمجهان ٿو، جنهن مونکي ميڪڙات ڏـاڙي حرفت مان وسڪيءَ جي ٻن پيگن جي بدران پنج پيگ پياري ڇڏيا ۽ مان نشي جي خمار ۾ الائي ڪيئن وڙهندو لمندو ڪلفٽن اچي پهتو هوس، انهيءَ وقت سج لهڻ

وارو هو، سمنڊ جي ڪناري مان ڪجهه وقت ڇولين مان واند ڪندو رهيس، انهيءَ دوران هڪ پوليس واري اچي مونکي ڪنڌ کان جهليو.

”ڇا جهاز ۾ تنهنجو ڪو مائٽ آهي، جنهن کي سلام ٿو ڪرين؟“

”نه، تنهنجي بابي کي سلام ٿو ڪريان.“ مون تي اڃان نشا چڙهيل هئا.

پوءِ ته ڇمانن جو وسڪارو ٿي ويو.

”ٺاڻي تي هل ته لوڪي مائٽ ڏيکاريان.“ هو مون کي ماريندو ڌڪا ۽ گاريون ڏيندو گهليندو پئي ويو ۽ ماڻهن فقط تماشو ٿي ڏٺو. اڌ وستيءَ تائين منهنجا وُڇئي مان پارهن آنا نشا ختم ٿي چڪا هئا، انهيءَ عرصي ۾ هن مونکي ايترو ماريو، ايترو ماريو، جو مان نستي هوندي به غصي ۾ ڏڪي رهيو هوس.

ماڻهو سڀ پوئتي ٿي ويا هئا ۽ اسان اڪيلا رهجي ويا هئاسين، ٺاڻو اڃا ڳچ پنڌ پري هو. هن مون کي مارڻ بند ڪيو ۽ هيڏانهن هوڏانهن نهاري پوءِ وازداريءَ جي نموني ۾ چوڻ لڳو، ”پنج رپيا ڏي ۽ ڦٽڪي ڪاڻ.“

مون انڪار ڪيو ۽ هُن وري مارڻ شروع ڪيو، لاچار مون به هٿ هلايا پر هو ڏاڍو نڪتو، اهڙا ٺونشا هنيائين جو منهنجي نڪ مان رت وهڻ شروع ٿي ويو. پيو حيلو وسيلو نه ڏسي، مون رڙيون ڪرڻ شروع ڪري ڏنيون. آوندهه ۾ ڏٺم ته هڪ ڪار اچي بيٺي.

اها ٽيڪسي هئي. ڊرائيور ٻاهر لٿو، معاملو ڳرت سمجهي، هڪ پريو و مٿي جو ٽڪر پوليس واري کي هنيو، پوليس وارو وڏ ڪري ڳوڻ وانگر هيٺ ڪري پيو. ڊرائيور مون کي ٽيڪسيءَ ۾ ويهاري وٺي هليو — اهو 'حسو ڊرائيور' هو، جنهن سان پوءِ منهنجي ياري ٿي ويئي. مون هن جو نالو 'ناخدا' رکي ڇڏيو هو يعني محافظ.

ناخدا ٽيڪسي هلائڻ کان اڳ ۾ بس ڊرائيور هو. هنجي بس چاڪيواڙي کان هلندي هئي ۽ فريئر روڊ، صدر، ڪينٽ اسٽيشن تان ٿيندي ڳيذري ڳائين وينڍي هئي. يعني بس جي ٽرپ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ڏهه اسٽاپ هوندا هئا ۽ هڪ ٽرپ اڌ ڪلاڪ کان مٿي ڪلاڪ ۾ پورو ٿيندو هو. هو پنهنجي بس جو خاص خيال رکندو هو، قلندري ڳاڻن ڪانسواءِ هن بس جي اڳين حصي جي پنهنجي طرفن کان پيهه روا ٽنگي ڇڏيا هئا، هڪ سائو، پيو ڳاڙهو. ڏانئفن اعتراض به ورتو ته رنو عورت جي عزت آهي، انهيءَ جو بس تي ڦڙڪڻ منو نٿو لڳي. بس جي مالڪ به اعتراض پڌي ڪيس جهليو هو، پر ناخدا نه مڙيو. هن جو جواب هوندو هو: 'هي بس آهي. هن کي جيترو وڌيڪ سينگاربو. اوترو وڌيڪ ماڻهو شوق سان هن کي چڙهندا.'

پر بس ڊرائيوري هو وڌيڪ عرصي تائين ڪري نه سگهيو، بس جي مالڪ جڏهن اوور ٽائيم ڪم وٺڻ

شروع ڪيو، تڏهن نا خدا هن سان جهيڙو ڪري نوڪري ڇڏي ڏني. بس ڊرائيوريءَ دوران مختلف ٽائيپ جي مسافرن سان واسطي رکڻ ڪري ننڍا وڏا واقعا ٿيندا رهندا هئا، پر ڪي واقعا اهڙا ٿيندا هئا، جن ڪي نا خدا وساري نه ٿي سگهيو. نا خدا مڙن سان مٺو آهي ۽ ٻڙن سان برو. هن ۾ ڪي ڪمزوريون به آهن، جيڪي عام طور سان خرابيون چيون وڃن ٿيون، يعني عورت - شراب - جواء هو پئسا چڱا ڪمائيندو آهي، پر پئسي سان پيار نه اٿس. هڪڙي ڏينهن سنڌ زميندار هوٽل جي هيٺين شراب خاني ۾ اسان ٻنهي وسڪي پئي پيتي. آچر جي ڏينهن هُو ٽيڪسيءَ کي بند رکندو آهي ۽ هلڪي عياشي ڪندو آهي. مون وسڪي سوڍا سان ملائي ٿي پيتي، پر هن سادي پاڻيءَ سان. هڪ ڏيڍ پيگ پيڻ کانپوءِ هو کُليو. هڪ واقعو جيڪو نا خدا جي زندگيءَ ۾ حادثي سان پيش آيو هو، سو هن مونکي سُرور جي دوران ٻڌايو: ”هوءَ ڇوڪري مونکي اڃان تائين ياد ايندي آهي. هو مشڪل سان بالغ هئي....“

ڪا اهم ڳالهه يا واقعي ٻڌائڻ کان اڳ ۾ نا خدا جو پوري خمار ۾ هجڻ ضروري آهي. خمار ۾ هو ڳالهه کي بلڪل آئيني جي عڪس وانگر پيش ڪندو آهي. سندس ڳالهه کي ٻڌڻ ۽ هضم ڪرڻ لاءِ وسيع قلب کپي.

”اسان جي بس جو اهو آخري ٽرپ هو، رات جو بس ۾ رش گهٽ ٿيندي آهي، خاص ڪري ليڊيز واري حصي ۾. برنس روڊ جي چوِنڪ کان هڪ ڇوڪري بس ۾ چڙهي، عمر مشڪل سان پندرهن سال هُيس.... وڻندڙ معصوم چهرو ۽ هٿ ۾ ننڍڙي گُنڍڙي....“ ناخدا پيگ پورو ڪري وڌيڪ آرڊر ڏنو.

”آن وقت فقط هڪ ڪرڙوڊ مائي بس ۾ ويٺي هئي. اسان جي ڊرائيورن جي زندگي سخت هوندي آهي، بس وانگر پاڻ به مشين جو ڪل پرزو ٿي ويندا آهيون. سهڻي صورت جڏهن نظر ايندي آهي، تڏهن من کي ڪجهه راحت ايندي آهي. خير.... ڪنڊيڪٽر آيو ۽ ڇوڪريءَ کي ٽڪيٽ لاءِ پڇيائين. ڇوڪريءَ اهڙو اشارو ڪيو ڄڻ مرداني حصي ۾ سندس ڪو ماڻهو ويٺو آهي، سو ٽڪيٽ وٺندو. ڪنڊيڪٽر هڪ چڪر لڳائي پيهر آيو ۽ ڇوڪريءَ کان وري ٽڪيٽ جو پڇيائين. ڇوڪريءَ ڪو جواب نه ڏنو، ڪنڊيڪٽر ٽوِنڪ ۾ چيس: ’ايسا بولو، ٽڪيٽ ڪا پئسا نهين، خالي پيلي ڪيون چڪر ديتا هي.‘ ڇوڪريءَ شرم کان ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو. پر ـ ۾ ويٺل مائي جيڪا پان چٻاڙي رهي هئي، تنهن ٽهڪ ڏنو ۽ ڇوڪريءَ ڪي شڪي نگاهن سان تڪڻ لڳي. مون ڪنڊيڪٽر کي مخاطب ٿي چيو، ’پرواه نه آهي، ڪڏهن ڪڏهن ماڻهو پئسا گهر ۾ وساري به ايندو

آهي.' ڪنڊيڪٽر مشڪندو هليو ويو. منهنجي چوڻ
جو ڇوڪريءَ تي شايد ڪو اثر پيو. هن ڪنڌ مٿي
ڪيو ۽ خاموش نگاهن سان منهنجو ڇڻ تہ شڪريو
ادا ڪيائين." ناخدا ٿورو رُڪيو ۽ سگريٽ
دکائي وري ڳالهہ شروع ڪيائين: "اسان جي بس
آخري اسٽاپ تي پهتي، سڀ ماڻهو لهي ويا. ٿوري
دير ڪانپوءِ بس کي واپس ڇاڪيواڙي تي آڻي بيهارڻو
هو، يعني اهو آخري چڪر هو. ڪنڊيڪٽر بہ هيٺ
لهي ويو، جيستائين ڪجهہ ماڻهو بس ۾ وري چڙهن،
مونکي بہ هيٺ لهي پر واري هوٽل ۾ چانهہ پيئڻ جو
خيال هو. پر آها ڇوڪري بس ۾ ويٺي رهي. بس هلي
ڏهن بہ هوءَ ويٺي رهي، هاڻي ليڊيز واري حصي ۾
هوءَ اڪيلي هئي. مون هن کان بہ - ڏي اسٽاپ گذرڻ
ڪانپوءِ پڇيو تہ ڪيس ڪٿي وڃڻو آهي. پر هن جواب
نہ ڏنو، وري پڇيومانس، پر هوءَ چپ رهي. آخري بس
اسٽاپ ڏائين سڀ مسافر لهي ويا. هاڻي اسان کي بس
کي اڏي تي پهچائڻو هو، پر ڇوڪري هئي جو ڇڙڻ
جو نالو نٿي ورتائين. ڪنڊيڪٽر آهستي اچي مونکي
چيو، 'استاد مال بهترين هي....' مون انڪل سان ڪيس
ٻاهر موڪلي ڇڏيو. هاڻي مان ۽ ڇوڪري اڪيلا
هئاسين. مون بس هڪ اهڙي هنڌ بيهاري، جتي ماڻهو
نہ هئا." ٿورو ترسي وري ڳالهہ شروع ڪيائين:
"مان ڇوڪريءَ جي ڀَرَ ۾ ويهي ٿوري رعب سان

ڪانئس پڇيو: 'ڇا ڳالهه آهي. ڇا هوءَ گهر ڪان ڀڄي آئي آهي، يا ٻيو ڪو معاملو آهي؟' ڇوڪري روئڻ لڳي، مون سندس مٿي تي پيار مان هٿ ڦيريو. آخر هن سربستي ڳالهه ٻڌائي: 'هائو، گهر ڪان ڀڄي آئي آهيان. ماءُ ٻيءُ ڪونهن. چاچي وٽ رهان ٿي.... آهي منهنجي شادي هڪ ٻئي مائٽ، جيڪو رٽائرڊ آفيسر آهي، تنهن سان ڪرائڻ چاهين ٿا. پر منهنجي مرضي نه آهي. آهي مون کي ماريندا به آهن. هاڻي مان ڀڄي آئي آهيان. مون کي پاڻ وٽ رهاءِ، مان واپس نه وينديس.' ٿوري پل جي راحت هاڻي مصيبت ۾ ٿي بدلي. ڪيس نازڪ هو، ڇوڪري ننڍي عمر جي هئي، مان اهڙي مصيبت کي سر تي کڻڻ لاءِ تيار نه هوس، پر اهڙي ڪ ِهلي وقت ڪيس ڇڏي ڏيڻ به سٺو نه ٿي سمجهيم، سو اهو ارادو ڪيم ته ڇوڪريءَ کي ڪيئن به ڪري صبح جو سندس مائٽن وٽ پهچائي ايندس.

"اهو سوچي هيٺ لٿس. ڪنڊيڪٽر جيڪو پريان بيٺو هو، تنهنکي سڄي ڳالهه ٻڌايم. هن چيو، 'استاد، ففٽي ففٽي،' پر مون صاف انڪار ڪيو. پوءِ ڪيس بس جون چابيون ڏيئي، ڇوڪريءَ کي ساڻ ڪري وڪشا ڪيم. هاڻي مسئلو هو ته ڇوڪريءَ کي ڪٿي رهايان. مون کي پنهنجو گهر نه هو. پنهنجو گهر ته گئريج آهي - بس آهي - ٽيڪسي آهي. نيٺ هڪ دوست جيڪو اڪيلو رهندو هو، تنهن وٽ ويس. هن مهرباني

ڪري پنهنجي گهر جون چاهيون مون کي ڏنيون ۽ پاڻ
پڻ هنڌ رات گذارڻ هليو ويو. ڇوڪريءَ کي گهر
۾ ويهاري مان ماني وٺڻ ويس. اسان پنهين ماني کاڌي.
هوءَ پهريائين ته اداس رهي، پر پوءِ هن ڳالهائڻ
شروع ڪيو. معصوم معصوم ڳالهيون، ڏکن سکن
جون ڳالهيون، ماءُ پيءُ جو وڇوڙو، آئينده جو غم.
هن منهنجي اکين ۾ گهوري چيو: ’مان توسان رهنديس.
مان هتان نه وينديس. مان توکي نه ڇڏينديس. مان
هن ٻئي سان شادي نه ڪنديس.‘ مون هن جي ڳل
تي چمي ڏني، ۽ دلاسو ڏنم. پر هن کي يقين نه ٿي آيو
۽ هر هر پئي چيائين: ’مون کي ڇڏيندين ته نه،
ڇڏيندين ته نه.‘

”هوءَ اڌ رات تائين نه پاڻ سُتي ۽ نه مون کي
آرام ڪرڻ ٿي ڏنائين. منهنجي من ۾ عجيب اٿل
پٿل ٿي: ’ڇا ڪريان، ڪيس گهر پهچائڻ ٺيڪ آهي
يا پاڻ وٽ رهائڻ.... شادي رات.... ميل ميلاپ....
ڪيترا نه خوش نصيب آهن آهي، جنجي شادي خير
خوبيءَ سان ٿئي ٿي. رضامنديءَ سان ٿئي ٿي.‘ مون کي
الائجي ڇو اها ڳالهه دل سان نه آئڙي ته هن ڇوڪريءَ
کي هميشه لاءِ پاڻ وٽ رهايان. داشتم ڪريان يا
زال؟ شايد اوچتي معاملي ڪري گهٻراهٽ ٿي هئم يا
ڇوڪريءَ جي ننڍي عمر ڪري ٿڌاو نه پئي ٿيس.
’پوءِ ڪيس ڇو وٺي آيس؟‘ مون دل ۾ سوچيو. ’ڇا

هن کي ڇڏي ڏيان، پلي ڪنهن ٻئي جي ور چڙهي. اهڙين ڇوڪرين جو انجام مٺو نہ هوندو آهي. اهڙين حالتن جي شڪار ٿيل ڇوڪرين جي منزل ڇڪلو به ٿي سگهي ٿو. پرائيويٽ اڏا بہ ٿي سگهن ٿا. هوءَ منهنجي گوڏي کي مٿو رکي سمهي پئي هئي. معصوم ۽ پيارو چهرو، غمن جو ستايل چهرو. منهنجي دل ٿي تہ کيس سيني سان لڳايان، کيس پيار ڪريان. منهنجي گوڏي ڇورڻ تي هن اکيون کوليون. مون سوهڻدڙ اکيون. ڇا کيس شاديءَ جي پهرين رات سک نصيب ٿيندو! پوءِ اڄ جي رات! اڄ جي رات جوان دلين جي آهي. جوان آمنگن جي آهي. مون کيس سيني سان لڳائي ڇڏيو.

”ٻئي ڏينهن صبح جو سوير جڏهن مان کيس سندس گهر جي ويجهو ڇڏڻ لاءِ وٺي آيس تہ هوءَ روئي رهي هئي. مون کيس يقين ڏياريو تہ: مان کيس ملڻ لاءِ ايندو رهندس. ضرور ملندو رهندس. مون سندس ڳوڙهن کي اگهيو ۽ موڪلايم. هوءَ ويندي ويندي ڪئين پيرا ڪنڌ ورائي ڏسندي رهي، مون هٿ مٿي ڪري کيس خدا حافظ ڪيو موٽي آيس، اها منهنجي مائس پهرين ۽ آخري گڏجاڻي هئي.“

ناخدا جي صحت ڏينهون ڏينهن ڪري رهي آهي. ٽيڪسي ڏاڍي بي پرواهيءَ سان ٿو هلائي. ٻہ ٽي حادثا بہ ڪيا اٿس. پيٽ بہ وڏائي ڇڏيو اٿس. نيپيئر روڊ

جي گلشن باڙيءَ سنڌس مٿان جادو ڪري ڇڏيو آهي. وڏي عمر هوندي به پنهنجي ناز نخري سان ماڻهن کي هرڪائڻ ۾ ڪمال اٿس. هڪڙي ڏينهن منهنجي سامهون ناخدا کي پنهنجي ٻانهن ۾ وڪوڙي چيائين، ”جاني.... مون زندگيءَ ۾ هزارين ماڻهو ڏٺا، پر تو جهڙو دلبر نه ڏٺم.“ ائين چئي هوءَ هاڻ ناخدا کي ڇڪي اندر وٺي ويئي ۽ در بند ڪري ڇڏيائين. ۽ مان ٻاهر ويهي پنهنجي دوست جو انتظار ڪرڻ لڳس، جيڪو پنهنجي زندگي گهاري رهيو هو.

# مٽيءَ جو طوفان

مان پنهنجي هاسٽل واري ڪمري جي بالڪنيءَ کان ٻاهر جو نظارو پسي رهيو آهيان، قائداعظم جو مزار نظر اچي رهيو آهي پر ڏنڌ ۾، فاصلو به ته چڱو آهي، اٺ ميل واهه جا ٿيندا، جيڪڏهن تيز هوا جي ڪري مٽي نه اڏامندي هجي ته شهر جون پيون اوچيون عمارتون به جيڪر نظر اچن، پر اها ڪمبخت مٽي ڪڏهن به ختم نه ٿيندي، الائجي ڇو، جيئن سج اڀرندو اهو مٽيءَ جو طوفان به شروع ٿي ويندو، تان جو منجهند تائين زور وٺندو ۽ جيئن سج لهندو اهو طوفان به هلڪو ٿي ختم ٿي ويندو. هاسٽل جي ديوار ٻاهران گند جو ڍير پيل آهي ۽ هن وقت ڦاٽل ڪپڙن ۾ ڪي عورتون ۽ ٻار گند مان شيون ڳولي رهيا آهن. گند مان ڪين ملندو به ڇا! سواءِ ٽين جي مڙيل دٻن، ڀڳل بوتلن ۽ ردي ڪاغذن جي.

مٽيءَ جي طوفان ڏاڍو تنگ ڪري ڇڏيو آهي، جيڪڏهن در دريون بند ٿيون ڪجن ته عجيب غريب گهوگهات پيا ٻڌڻ ۾ ايندا ۽ جيڪڏهن ڪمرو کليل ڇڏبو ته سڄي مٽي اندر، انهيءَ ڪان ته شام سڄي آهي،

جو منٽي بس ختم ته گهوگهات ٻه. هلڪي هلڪي
مست ڪندڙ هير پئي لڳندي، هر ڪا شيءِ صاف پئي
نظر ايندي سچ جڏهن سامهون واري پهاڙيءَ کان هيٺ
لهندو آهي، تڏهن ڪهڙو نه سهانو منظر هوندو آهي!
۽ شهر جون بتيون جڏهن هڪ هڪ ڪري ٻرنديون
آهن، تڏهن ته پري کان سڄو شهر شيش محل وانگر
پيو نظر ايندو ۽ شام جو هاسٽل جي سامهون واري
وڪڙ کائيندڙ سڙڪ تي جڏهن امان ٻـه ٽي دوست
سئر لاءِ نڪرندا آهيون، تڏهن اها مست هوا هرڪنهن
کي مست ڪري ڇڏيندي آهي ۽ اهـا سڙڪ جڏهن
ڪئمپس جي چوواٽي تي اچي ختم ٿيندي، تڏهن ڪانه
ڪا يونيورسٽيءَ جي بس شهر ڏانهن ويندي نظر ايندي
۽ ڪونه ڪو پنهنجو دوست اسان کي ڏسي ڪري
پنهنجو هٿ بس کان ٻاهر ڪڍي لوڏيندو ۽ اسان به
موٽ ۾ پنهنجا هٿ لوڏيندا آهيون ۽ دل ۾ چوندا
آهيون: مزاڪر يار، ايلفيءَ ۾ وڃي مزا ڪر.
شام ٿيڻ ۾ اڃا گهڻي دير آهي، اڃا ته ٽپهري
به ڪانه ٿي آهي.... ٻه ٻار پاڻ ۾ وڙهي رهيا آهن،
هڪڙو ٻئي جي هٿ مان ڪا گند مان لڌل شي کسي
رهيو آهي، عورتون ٻارن کي ڇڏائين ٿيون.
مان اڃا بالڪنيءَ ۾ ويٺو آهيان، اندر وڃي گهوگهات
ٻڌڻ لاءِ تيار نه آهيان ۽ سوچي رهيو آهيان ته: 'مس
شهريار مون کي وٺي ٿـي، اڄ ته نيري ساڙهيءَ ۾

ڪپڙي نه خوبصورت لڳي رهي هُئي، اڇي ڇِٽيءَ
تي تڪا رنگ ايئن ٿي ٽهندا آهن ۽ خاص ڪري سڊول
بدن تي. مس شهريار ته وينس آهي، جسا پيار جي
ديوي هُئي، اڪثر سليوليس بلائوز ڪمر کان ٻه ٽي
انچ مٿي رکندي آهي، ايئن جهڙي وينس ديويءَ جي
ڪمر، جنهن تراشيل بت لاءِ چيو ويندو آهي ته انهيءَ
۾ ڪشش خاص ان ڪري آهي جو ايئن گمان ٿيندو
ڇڻ ته ڪمر کان هيٺ وارو ڪپڙو ڇاڻ ڪريو....
ڇاڻ ڪريو، پر ڪپڙو ڪرندو ته ڪونهي پر وينس
جي سونهن کي دوبالا ڪري ڇڏيندو آهي. مس شهريار
کهڙي نه پروقار نموني ۾ هلندي آهي! ۽ ڇپن تي
مشڪ ته هميشه هوندي اٿس.... مان هن سان پنهنجي
واقفيت ڪيئن ڪرايان! هوءَ ته ٻي ڊپارٽمنٽ جي آهي!'
مان سوچيندو رهيس. عورتون ۽ ٻار گند مان شيون
چونڊي هليا ويا هُئا، فقط ڪي رولوڪتا گند جي ويجهو
ڪجهه نوسي رهيا هُئا، ٿورڙو پري ڪجهن جو هڪ
ٽولو ويٺو هو، پر انهن ۾ ڪا چرپر ڪانه هُئي، شايد
ڪنهن اونهي سوچ ۾ غلطان هُئا. اوچتو ميس جي
دريءَ مان ڪنهن نوڪر ڪڪڙن جا کنڀ ۽ آنڊا
هيٺ ڦٽا ڪيا، ڳجهن چرپر ڪئي، ڳجهن کي ويجهو
ايندو ڏسي ڪتا پاسيرو ٿي ويا. ڪهڙا نه مڪروه
جانور آهن. سون ڳجهن جي ڳچين ڏانهن نهاريندي
سوچيو.

منهنجو خيال آهي تہ مس شهريار سان واقفيت ريحانہ جي ذريعي ٿي سگهي ٿي. ريحانہ منهنجي ڪلاس ميٽ آهي ۽ ڪيس مس شهريار سان گڏ گهمندي ڏٺو اٿم، پر نہ..... عورتون هڪ ٻئي سان حسد بہ تہ ڪنديون آهن ۽ ريحانہ منهنجي ڳالهہ جو شايد غلط مطلب وٺي ۽ ٿي سگهي ٿو تہ مس شهريار سان ڳالهائڻ بہ ڇڏي ڏي!'

يونيورسٽيءَ جا ڇوڪرا ڪوڪاڪولا پارٽيءَ جيان پيئندا آهن ۽ هميشه ڪوڪ جي بوتل هٿ ۾ ڪئيو ڪينٽين جي ٻاهر بيٺا هوندا ۽ پيا ايندڙ ويندڙ ڇوڪريءَ کي ڪوڪ آڇيندا، "مس نگهت، ڪوڪ حاضر آهي." "مس رخسانہ ڪوڪ تہ پي وڃو." پنهنجو يار اصغر تہ ڇوڪرين کي ڪوڪ پياري پياري ڏاڍو مقبول ٿي ويو آهي ۽ اليڪشن جي ڏينهن ۾ وري ڇوڪرا اصغر کي ڪوڪ پيارڻ شروع ڪندا آهن، جيئن هو ڇوڪرين جا ووٽ کين ڏياري ۽ اصغر سڀني سان واعدا ڪندو آهي پر جهڙي خدمت تهڙو اجورو.

"اصغر ڪڏهن تو مس شهريار کي ڪوڪ پياري آهي؟" مان هڪڙي ڏينهن ڪانئس پڇي ويٺس.

"نہ يار اها واحد ڇوڪري آهي" جنهن کي مان ڪوڪ پياري نہ سگهيو آهيان .... ڪوشش تہ گهڻي ڪئي اٿم" وراڻيو هٺائين. نہ ڄاڻ ڇو مون کي خوشي ٿي تہ مس شهريار کي اصغر ڪوڪ نہ پياري سگهيو هو.

صبح جو ڪلاس ۾ پروفيسر ليڪچر ڏيندي اوچتو مون کان پڇيو، ”ڪانٽ جي اصول Categorical--Imperative کي بيان ڪر.“ منهنجو خيال ٻئي طرف هو ۽ انهي سوال ڇڻ ننڊ مان سجاڳ ڪيو هجي، سو مون کان ڇرڪ نڪري ويو ۽ جواب ڏيندي هٻڪڻ لڳس، ريحانه منهنجي برسان ويٺي هئي ۽ ظنزيه مسڪرائي رهي هئي. پروفيسر چيو، ”هاها.... ڏيان ٻئي پاسي هوندو ته سوال سمجهه ۾ ڪيئن ايندو!“ ائين چئي هو ڪلاس ختم ڪري ٻاهر نڪري ويو.

طوفان زور ٿي ويو هو ۽ ڪابه شيءِ نظر ۾ نه پئي آئي. مزار، ڪچهون، رولو ڪتا، گند جا ڍير سڀ .طوفان جي لپيٽ ۾ اچي ويا هئا.... منهنجي اندر جو طوفان به وڌي چڪو هو، مون بالڪنيءَ مان ڪمري ۾ اچي ڪري سڀ در دريون بند ڪري ڇڏيون ۽ ٽيبل تي پيل ڪتاب کولي ڪانٽ جي اصولن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳس.... پروفيسر چيو هو ته امتحان ۾ انهيءَ تي سوال ضرور ايندو، امتحان ۾ باقي به ٽي هفتا وڃي بچيا هئا ۽ منهنجو هي آخري سال هو.... ٽيبل ڪلاڪ جو وڏو ڪانٽو تيزي سان ڦري رهيو هو.... وقت اڳتي ٻئي وڌيو.

”ڊپارٽمينٽ وارا اسان کي الوداعي پارٽي ڏيندا ۽ هميشه لاءِ رخصت ڪري ڇڏيندا.“ ريحانه هڪڙي ڏينهن آداس ٿي چيو هو.... ڪانٽ کي سمجهڻ سولو

نہ هو ۽ مان سمجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هوس.
'ٺڪ ٺڪ.' ڪو درڪي ڪنڪنائي رهيو هو.
مون ڪتاب بند ڪري در کوليو. اصغر هو. چيائين،
"صدو گهمڻ هلندين؟ اڄ پنهنجا ڪيسا پريل آهن."
"موڊ ٺيڪ ڪونهي، ڪنهن ٻئي دفعي." ورائيم.
"صدر هلي موڊ ٺيڪ ٿي ويندو."
"نہ .... ڪون وڃي مزا ڪر."
"ها هڪ خوشخبري، اڄ مون مس شهرياو ڪي
ڪوڪ پياري ڇڏي." هو داد طلب نگاهن سان ڏسندو
رهيو. پر مون ڪيس داد ڪو نہ ڏنو ۽ خاموش رهيس،
هو هليو ويو.
هوا شيشن سان ٽڪرائي عجيب آواز ڪري رهي
هئي .... پڙهڻ بہ نہ ٿي ٿيو.... مون ٽرانزسٽر کولي
ڇڏيو.... 'زوربادي گريڪ' فلم جي ڌن هلي رهي هئي،
جنهنجي موسيقار لاءِ چيو ويندو آهي تہ سندس موسيقيءَ
۾ بغاوت جي بوءِ هوندي آهي .... ڌن پهريائين آهستي،
پوءِ تيز ٿيندي ويئي ۽ آخر نقطي تي اچي ختم ٿي ويئي.

# معصوم پارڙا

شهر جي پسگردائيءَ کان پري، آتر پاسي، حد نظر تائين، ويراني نظر ايندي آهي. هن پاسي هڪ طرف شهر جو قبرستان آهي ته ٻئي طرف ننڍين ننڍين ٻهاڙن جون قطارون، جيڪي ڪنهن گنجي ماڻهوءَ جي ٽوڙهه وانگر ساوڪ کان بلڪل پاڪ صاف آهن. صرف ريلوي لائين انهن ٻهاڙن جي وچان لنگهندي آهي. ريل جي درين مان جيڪڏهن ڪنهن جي نظر انهن تي پوندي ته هڪ قسم جي آداسي ڇانئجي ويندي، خاص ڪري انهن ٻهاڙين جي لڳ هڪ قلعي نما جاءِ کي ڏسڻ سان ائين معلوم ٿيندو ته هن کي ٺهي گهٽ ۾ گهٽ هڪ سو ورهيه ضرور ٿيا هوندا. هن جاءِ جي لوهي دروازي جي مٿان هڪ بورڊ لڳل آهي، پر پراڻي هجڻ جي ڪري بورڊ جا اکر به ڊهي ويا آهن، سو معلوم نٿو ٿئي ته اها جاءِ ڪهڙي مقصد لاءِ آهي، پر ماڻهو اڪثر انهيءَ بابت ڪو خاص ڌيان نه ڏيندا آهن. ڪهڙي به مقصد لاءِ هجي تنهن سان ڪنهن جو ڪهڙو مطلب!

بهرحال هي ويران نظارو، گنجي ٻهاڙ جون قطارون

۽ اها جاءِ ڪو منو تاثر ڏينديون نه آهن. شايد گھڻن کي هي نظارو ڪو تاثر ئي نه ڏيندو هجي!

جڏهن شهر جي باغن ۽ پارڪن ۾ پٽ - چڻ ٿيندي آهي ۽ ڪا دلچسپي نه رهندي آهي، تڏهن ٻارڙا ٻاهر وڃڻ پسند ڪندا آهن. سو مرءُ جي هڪ صبح جو ئي ٻارڙا هن پاسي گھمڻ ۽ مهرجوئيءَ لاءِ نڪري پيا. ڪن کي پنهنجيون پنهنجيون سائيڪلون هيون. هو ڪلندا، ٺهڪ ڏيندا، چرچا ڪندا، سائيڪلن کي ريس ڪندا پئي ويا. شهر کان ٿورو گھڻو پوئتي رهجي ويو هو. نيٺ جڏهن ٿڪجي پيا، تڏهن سائيڪلن تان لهي پيا. هڪڙي پاڻ سان گڏيل به آندي هئي، جنهن سان هن به - ئي پکي به ڪيرائي وڌا. سندس نشانو منو هو، جنهن جي پين به تعريف ڪئي. پوءِ هو هڪ ٽڪريءَ جي صاف جاءِ تي ويهي رهيا. ڪريم، جيڪو سيني ۾ ٿورو وڌو هو، تنهن کي رومال ۾ ٻڌل ڪاٺڻ جون شيون ياد آيون، سي هن ڪيڏي ڪري سيني جي اڳيان رکيون ۽ ٽنهين ڪاٺڻ شروع ڪيو. هنن لاءِ هيءَ هڪ ننڍڙي پڪنڪ هئي.

آسمان تي ننڍڙا ننڍڙا ڪڪر نظر ٿي آيا. سج به هڪ ڪڪر جي هيٺان لڪل هو، هوا تيز هئي جا ڪڪرن کي چڙوچڙ ڪري رهي هئي، چڻ تہ هڪ ڪشمڪش هئي هوا ۽ ڪڪرن جي وچ ۾. حميد کي فقط سوئيٽر پيل هو. هوا جي تيزيءَ جي ڪري

ڪيس ٿڌ محسوس ٿيڻ لڳي. باوجود ان جي جو تيز سائيڪل هلائيندي سيئي ٿڪجي پيا هئا. هوا جو هڪ تيز جهونڪو آيو. حميد سيءَ جي خيال کي مٽائڻ لاءِ ڳالهائڻ شروع ڪيو: ”دوستو! خير اٿو ته عيد جي اچڻ ۾ باقي ڪيترا ڏينهن آهن؟“ ”صرف پندرهن ڏينهن.“ هن پنهنجي سوال جو جواب پاڻ ڏنو. هوا جو هڪ جهونڪو وري آيو ۽ حميد چپ ڇوريا: ”هن عيد لاءِ بابي مون کي پنهنجي پسند جا ڪپڙا وٺي ڏنا آهن.... بوسڪيءَ جي قميص، شلوار ۽ نوان بوٽ.... ها .... جن کي پٺا ٽنڊيل شوز چوندا آهن.“

رياض چيو: ”پٺا ٽنڊيل ته منهنجا بوٽ به آهن .... منهنجي قميص ڪيريلين جي آهي، ريڊي ميڊ.“

ڪريم پنهي ڏانهن رشڪ آميز نظرن سان ڏٺو ۽ ڪائڻ بند ڪيو. ”يارو مان ته هن عيد تي نوان ڪپڙا نه پائيندس .... اسان جي گهر وارن مان ڪوئي به نه پائيندو.“ هن چيو. ”ڇوا“ ”ڇا جي ڪري؟“ حميد ۽ رياض عجب مان پڇيو.

”منهنجي ناني کي مئي صرف ٽي مهينا گذريا آهن، هڪ سال تائين اسين ڪابه خوشي نه ڪنداسين.“

”منهنجو ڏاڏو جڏهن مري ويو هو، تڏهن ته اسان هڪ سال تائين غم نه ڪيو هو.... چون پيا ته ڏاڏي پنهنجا ڏينهن پورا ڪيا هئا، تنهن ڪري صرف چاليهه ڏينهن غم لاءِ ڪافي آهن.“ رياض چيو، هن به ڪائڻ

بند ڪري ڇڏيو هو.

”اسان جي وسم ۾ آهي ته پورو سال خوشي نه ڪجي.“ ڪريم چيو.

هوا جو هڪ تيز جهوٽو وري آيو. حميد ڪجهه سوچي پوءِ چيو: ”ماڻهو ڀلا مري ڇو ٿو؟“

”جنهن جا ڏينهن پورا ٿين ٿا، اهو مري ٿو.“ ڪريم مثل پڪين ڏاڍهن نهاريندي جواب ڏنو.

”مون کي ته موت کان ڊپ ٿيندو آهي.“ رياض ڏڪندڙ لفظن ۾ چيو.“

”مون کي به.“ حميد سندس خيال سان همراءِ ٿيو، جڏهن ڪوئي مرندو آهي تڏهن به مون کي ڏاڍو ڀؤ ٿيندو آهي ۽ رات جو ننڊ به نه ايندي اٿم.“

حميد کي وڌيڪ ميءَ محسوس ٿيڻ لڳو.

”موت کان ڊڄڻ نه گهرجي .... مرڻو ته سڀني کي آهي .... جنهن جنهن جا ڏينهن پورا ٿيندا ويندا، اهو مرندو ويندو.“ ڪريم اطمينان سان چيو. سڀ خاموش ٿي ويا.

بادلن ۽ هوا جي ڪشمڪش جاري هئي، پر سج هاڻي ڪڪرن کان ٻاهر هو. ٿوريءَ دير کانپوءِ رياض ڪجهه سوچي چيو. ”پر ڏينهن ڇو ٿا پورا ٿين؟“

ڪريم کي هن سوال جو جواب پاڻ کي به نه پئي آيو ته ڏينهن ڇو ٿا پورا ٿين، سو ڳالهه کي مٽائڻ لاءِ، هن نامعلوم قلعي نما جڳهه ڏانهن اشارو ڪندي

چيو: ”يارو اوهان هن پاسي ڪڏهن ويا آهيو؟“

پوءِ پنهنجي ڪنڌ ناڪار ۾ لوڏيوءِ ڪريم چيو: ”پوءِ هلو ته اها جاءِ ڏسي اچون.“ ـ ”هلو هلو“ ميني تائيد ڪئي ۽ هو سائيڪلون ائي ٿي چڙهي، جاءِ جي طرف پنڌ پيا.

ريلوي لائين جي جڏهن ويجهو پهتا، تڏهن اها قلعي نما جاءِ کين صاف نظر اچڻ لڳي. جاءِ جي بناوت ۽ ماحول ٻارن تي عجيب تاثر قائم ڪري ڇڏيو. کين اها شهزاديءَ واري ڪهاڻي ياد اچي وئي، جا اهڙي ئي هڪ قلعي ۾ قيد هئي ۽ هميشه شهزادي جي آس ۾ قلعي جي دريءَ وٽ ويهي صبح شام ٻاهر نهاريندي رهندي هئي ته شهزادو ايندو ۽ کيس انهيءَ قلعي مان آزاد ڪرائيندو. سو ٽيئي ٻارڙا ان ڪهاڻيءَ جي اثر هيٺ اچي، جاءِ جي ويجهو پهتا.

ان چئن منزلن جي جاءِ کي هيٺ مٿي انيڪ در ۽ دريون هيون جن جو رنگ اڏامي ويو هو. سڀني اشتياق ۽ اچرج مان مٿي نهارڻ شروع ڪيو ته متان ڪنهن دريءَ مان اها شهزادي پنهنجو درشن ڏيکاري ۽ ڪهاڻي سچ ثابت ٿي پوي - پر ڪنهن به دريءَ مان ڪهاڻيءَ واري شهزادي نظر نه آئي.

ڪي دريون بند هيون ته ڪي کليل. درين مان ماڻهو چرندا پرندا پئي نظر آيا، جن جو عجيب حليو هو. ڪن درين مان تمام گدلا ماڻهو پئي نظر آيا،

مٿي جا وار وڌيل، ڏاڙهيون ڇڳون ۽ ٻڍوليون، ڪپڙا ميرا ۽ ڦاٽل. ڪي ماڻهو ٻين کان ڪجهه صاف ۽ سٺا پئي نظر آيا، پر ڪن درين مان اهڙا به ماڻهو پئي نظر آيا جيڪي نه رڳو گدلا ۽ خوفناڪ شڪلين جا هئا، پر بلڪل اڌ اگهاڙا هئا ۽ ڪن درين مان عورتون به نظر پئي آيون، جن جو حال به ساڳيو هو. جاءِ مان عجيب غريب شور ۽ گوڙ ٻاهر ٿي آيو. ٻارڙا ڦاٽل اکين مان اهو نظارو ڏسندا رهيا، سندن دلين جي ڌڙڪن وڌندي پئي ويئي، خوف ۽ عجب کان، ڇاڪاڻ ته هنن اهڙو نظارو اڳ ڪڏهن به نه ڏٺو هو. ايتري ۾ ڪنهن ٻاهر دريءَ مان هيٺ نهاريو ۽ نگاهه وڃي ٻارڙن تي پيس. ٻارڙن کي ڏسندي ئي سندس منهن عجيب نموني ٿي ويو ۽ رڙ نڪري ويس. هو ٻين کي سڏڻ لڳو ۽ هيٺ اشارا ڪرڻ لڳو. ٿوري ئي دير ۾ سڀني درين مان صورتون پئي نظر آيون. خوفناڪ ۽ گدليون، جن جون نگاهون هيٺ ٻارڙن ۾ کتل هيون. انهن پنهنجي رڙين ۽ ڪوڪن سان آسمان مٿي تي کڻي ڇڏيو. ڪي ته ٻارڙن کي مٿي اچڻ لاءِ اشارا ڪرڻ لڳا. ٻارڙن تي ڄڻ مسمريزم جو اثر ٿي ويو هجي. هو آتي ئي ڄمي ويا هئا، سندن بدن مان طاقت نڪري ويئي هئي، چهري جو رنگ اڏامي ويو هين، چپ خشڪ ٿي ويا هين.

رڙيون ۽ ڪوڪون مسلسل جاري هيون. آخر ڪريم ٿوري همت ڪري پاڻ کي چوريو ۽ ڏڪندڙ

آواز ۾ رياض ۽ حميد کي مخاطب ٿي چيو: "اڙي هتان پڇڻ جي ڪريو، نه ته هي چريا اسان کي ماري ڪاٺي چڙهيندا." ايتري چوڻ سان هو اڳتي وڌيو ۽ ٻنهي جي ٻانهن ۾ هٿ وجهي کين پوئتي گهلڻ لڳو. آخر ٽيئي آهستي آهستي پوئتي هٽندا ان جاءِ کان گهڻو پري نڪري ويا. جڏهن آن هند اچي پهتا، جتي پنهنجون سائيڪلون ڇڏي ويا هئا، تڏهن وڃي سندن بدن ۾ ساهه پيو ۽ پر ڊپ جا آثار اڃا سڀني جي چهرن ٿي هئا. خاص ڪري حميد جي عجيب حالت هئي. سندس بدن اڃا ڏڪي رهيو هو ۽ دل جي ڌڙڪن گهٽ نه ٿي هيس. اهي ڪوڪون ۽ رڙيون سندن ڪنن ۾ پڙاڏو ڪري رهيون هيون ۽ خوفناڪ گدان چهرن جو نظارو سندن اکين کان دور نه ٿيو هو.

جڏهن ٻارڙا پنهنجي گهرن ڏي پئي موٽيا، تنهن وقت سڀني جا هانو ڳرا هئا. ڀيو ڪجهه به ياد نه هين، سواءِ ڪوڪن ۽ رڙين جي! وات ٿي کين ماڻهن جو هڪ هجوم نظر آيو، جيڪو فوٽپاٿ تي پيل هڪ لاش جي چوگرد گهيرو ڪري بيٺو هو. اهو هڪ فقير جو لاش هو، جيڪو ٿڌ ۾ ٺري مري ويو هو- ٻارڙا دلين تي هڪ بار وڌيڪ محسوس ڪرڻ لڳا.

# نئون تجربو

شمون ۽ رجب هڪڙي ئي پاڙي ۾ رهندا هئا ۽ ننڍي هوندي کان ئي گڏ پڙهندا پئي آيا ۽ هاڻ مئٽرڪ ۾ اچي پهتا هئا. شمونءَ جو پيءُ گوديءَ ۾ مزور هو ۽ رجب جي پيءُ کي چوڪ ۾ دڪان هو. رجب جي پيءُ جڏهن رجب ـ ماءُ سان شادي ڪئي هئي، تنهن وقت سندس عمر چاليهه ورهيه هئي، سندس پهرين زال جيڪا فوت ٿي وئي هئي، تنهن مان ڪو اولاد ڪونه هوس. رجب سندن اڪيلو پٽ هو، وڌيڪ اولاد جي اميد لاهي ويٺا هئا، شايد هو پوڙهو ٿي چڪو هو. شمونءَ کي هڪڙو ننڍو ڀاءُ ٻيو به هو.

ٻئي ننڍي هوندي جا سنگتي هئا، گڏ اسڪول ويندا هئا ۽ ڪلاس ۾ ٻئي گڏ ويهندا هئا. شمونءَ جو گهر ڪچو، سوڙهو، نه روشني، نه هوا، پر رجب جو گهر ڪشادو ۽ پڪو هو. ماستر گهر جو ڪم ڏيندو هو ته ٻئي گڏجي ڪندا هئا، رجب جي گهر ۾. رجب حسابن ۾ ڪچو هو، تنهن ڪري شمون سندس واهر ڪندو هو. پاڙي جا اهي ٻه ئي ٻيا ڇوڪرا اهڙا هئا، جيڪي مئٽرڪ تائين پڙهندا پئي

آيا، نہ تہ ٻيا ٻار جيڪي گهڻو ڪري مزورن جا پٽ هئا، سي چار- پنج درجا پڙهي، ڪنهن نہ ڪنهن مجبوريءَ يا رول ٽيڻ ڪري پڙهڻ ڇڏي ڏيندا هئا ۽ سڄو ڏينهن اوڙي پاڙي ۾ پيا ڪاس ۽ جوئا ڪندا هئا يا سئنيمائن جا ٽڪا ڪمائيندا هئا، ان ڪري جهيڙن جا شوقين ٿي پيا هئا.

هڪڙي ئي پاڙي ۾ رهندي، اسڪيل ويندڙ ڇوڪرا ۽ اسڪول نہ ويندڙ ڇوڪرا هڪٻئي کان بلڪل ڌار تہ نہ ٿي سگهيا، آخر ساڳي ئي طبقي جا تہ هئا، پر ڪجھہ ويڇو ضرور ٿي ويندو آهي. ٻيا ڇوڪرا شمونءَ ۽ رجب تي سڙندا بہ هئا، تنهن ڪري طرح طرح جون ڳالهيون ٺاهي کين بدنام ڪرڻ جي بہ ڪوشش ڪندا هئا. انهيءَ تي شمونءَ هڪ- ٻن ڇوڪرن کي مار بہ ڪيڏي هئي. هو ٻئي جو پريل ۽ اسڪول جي فٽ بال ٽيم جو ڪئپٽن پڻ هو. رجب شرميلو ۽ نازڪ طبيعت جو هو پر کيس شمونءَ تي فخر هو ۽ پروسو پڻ. جڏهن شمون فٽ بال راند ڪندي ڏاڍي ڦڙتائيءَ سان هڪٻئي پٺيان گول ڪندو ويندو هو، تڏهن رجب جوش ۾ اچي زور زور سان تاڙيون وڄائيندو هو ۽ جڏهن مئچ ختم ٿي ويندي هئي، تڏهن ٻڪندي هڪ ٻئي کي ڳراٽڙي پائيندا هئا. سندن خوشيءَ جي ڪا حد نہ هوندي هئي.

شمونءَ جو پيءُ صبح جو سوير مزوري لاءِ ٻيـ

ماڻهن پوتڙي ۾ ٻڌي نڪرندو هو ۽ سانجهي ڪري موٽندو هو.... ٽڪل ٽٽل. ماني ڪاٺي يا تہ ڪٽ تي ليٽي پوندو هو، يا ٿوري دير لاءِ پاڻ جهڙن يارن سان ڪچهري ڪرڻ لاءِ نڪري پوندو هو. ڪيس اها تہ ڄاڻ هئي تہ شمون اسڪول ۾ پڙهندو آهي، پر ڇا پڙهندو آهي يا ڪهڙي درجي ۾ آهي، تنهن جي خبر ڪا ڄاڻ هئس. ايتري خبر ضرور هئس، تہ شمون هي سال پڙهي ڪنهن نہ ڪنهن، پہ سؤ رپين واري نوڪري جي لائق ٿي ويندو .... سو انهيءَ مبارڪ ڏينهن جو انتظار پئي ڪيائين، جڏهن شمون ڪمائي گهر جو بار گهٽ ڏيندو.

هڪڙي ڏينهن شمونءَ جڏهن ڪانئس اسڪول جي فيءَ ۽ ڪتابن لاءِ ڏهن رپين جي گهر ڪئي، تڏهن سندس وايون بتال ٿي ويون. جيڪو شخص مزوري ڪري مس ٽي- چار رپيا ڪمائي ٿي سگهي ۽ جنهن مان پڻ اٺ آنا پنهنجي چانهہ- ٻيڙيءَ تي خرچ ٿي ڪيائين، سو هڪ وقت ۾ ڏهہ رپيا ڪٿان ٿي آڻي سگهيو! شمونءَ جي ماءُ پنهنجو پنڊارو ويچي پئسا ٻاهر ڪڍيا، پر اهي پڻ پنجن رپين ڪان مٿي ٿي نہ سگهيا. ماڻس اڳيئي پاڙي وارن جي قرضدار هئي، تنهن ڪري هاڻي ڪنهن کان قرض ملڻ جو آسرو بہ نہ هوس. آخر ماءُ جي دل .... پئسن لاءِ هيڏانهن هوڏانهن وئي، پر هٿين خالي موٽي آئي.

شمون جڏهن اٺّل منهن سان رجب جي گهر ويو، ان وقت رجب گهر ۾ نه هو .... رجب جي ماءُ هونءَ ته سخت طبيعت جي هئي ۽ اهڙي تهڙي رول ڇوڪري کي پنهنجي گهر اچڻ ئي نه ڏيندي هئي، پر شمونءَ کي پاڻ ته پائيندي هئي .... رجب شمونءَ جي ساراه جا ڏک پرينديپنهنجي گهر ۾ هن جو مان مٿي ڪري ڇڏيو هو.

”ڇو شمن! تنهنجو منهن اڄ لٿل آهي .... ڇاق ته آهين؟“ رجب جي ماءُ شمونءَ جي ڪاڏيءَ تي هٿ رکندي پڇيو.

”ها ماسي .... ايئن ئي ٿورو مٿي ۾ سور اٿم .... ڀلا رجب ڪيڏانهن ويو؟“

”ڪم سان ٻاهر ويو آهي، ويهه اڃهو آيو؟“

دنياداريءَ کان واقف ته نه هو، ڳالهين ڳالهين ۾ پنهنجي ويڌن ظاهر ڪري وينو ۽ رجب ماءُ جهٽ پيٽيءَ مان ٽيهه رپيا ڪڍي ڪيس آٽي ڏنا، هن آناڪاني ته گهڻي ڪئي پر نيٺ وٺڻا پيس .... ايترو جلد سندس مسئلو حل ٿي ويندو انهيءَ تي تعجب ضرور ٿيس ۽ احسانمنديءَ کان ڪنڌ جهڪي ويس.

انهيءَ کان پوءِ ته شمون رجب تي ساهه ڇڏيندو هو، پاڻ پڙهڻ ۾ ايتري محنت نه ڪندو هو، جيتري رجب کي حسابن سيکارڻ ۾ صرف ڪندو هو .... ڪين پڙهڻ لاءِ الڳ ڪمرو مليل هو، جڏهن پڙهائي ختم

ڪري شمون گهر موٽندو هو، تڏهن اڪثر رات گهڻي گذري چڪي هوندي هئي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ايئن به ٿيندو هو جو گهڻي دير پڙهڻ ڪري شمون الئيءَ سمهي پوندو هو، رجب سان گڏ. شروع ۾ گڏجي سمهندي کين شرم ايندو هو، پر آهستي آهستي اهو شرم ختم ٿي وين .... پيئي گهرا دوست جو هئا.

”رجب! مان ته غريب جو پٽ آهيان، شايد اڳتي پڙهي نه سگهان .... تون جڏهن ڪاليج جي پڙهائي پوري ڪري، ڪنهن ڏينهن صاحب ٿيندين تڏهن مون کي وساريندين ته نه ....“

”وساريندين ته نه.... وساريندين ته نه....“ رجب سندس نقل ڪرڻ لڳو ۽ پوءِ پيئي کلڻ لڳا.

پيئي ڪڏهن ڪڏهن وسندا به هئا پر ٿوري عرصي لاءِ. هڪڙي دفعي پورو هفتو رٺل رهيا ۽ ساڳين ئي ڏينهن ۾ مئٽرڪ وارن شاگردن واهه جي ڪپ تي پڪنڪ ڪئي هئي ۽ سڀ واهه ۾ وهنجي رهيا هئا، پئي رٺل هئا، تنهنڪري هڪٻئي سان نه پئي ڳالهايائون .... وهنجندي هڪڙي ڇوڪري چرچي ۾ رجب کي گهوتا ڏنا، رجب کي ترڻ گهٽ ايندو هو سو ذري گهٽ ٻڏڻ لڳو....شمون پهرين ته اهو سڀڪجهه ڏسندو رهيو. پر جڏهن ڏٺائين ته رجب سورڳو ٻڏي پيو، سو هڪدم ڇلانگ هڻي رجب کي ٻاهر ڪڍي آيو ۽ انهيءَ ڇوڪري کي ماري ماري اڌ مئو ڪري ڇڏيائين. ان واقعي کانپوءِ پيئي

وري پرچي پيا.... اڳ جهڙا.

شهر جي ڪاليجن ۾ جڏهن امرائيڪون ٿيڻ لڳيون، تڏهن اسڪولي شاگردن به حصو وٺڻ شروع ڪيو ۽ هر هنڌ جلوس ۽ جلسا ٿيڻ لڳا. شمون ۽ هن جا ساٿي ڏاڍي جوش خروش سان انهن ۾ حصو وٺڻ لڳا. رستن ۾ پوليس ۽ شاگردن جي وچ ۾ چڪريون پيون لڳنديون هيون ۽ هڪڙي چڪريءَ ۾ شمون به پوليس جي ور چڙهي ويو ۽ پنهن ساٿين سان گڏ گرفتار ٿي ويو. شاگردن لاءِ ته هيرو ٿي ويو پر گهر وارن جي ننڊ حرام ٿي ويئي. آخر هڪ هفتو اندر رهڻ کان پوءِ شمون ضمانت تي آزاد ٿيو. سندس ضامن وجب جو پيءُ ٿيو هو، انهيءَ ڪم لاءِ ڪيس اڌ ڏينهن دڪان بند ڪرڻو پيو.... پر وجب ۽ رجب جي ماءُ جي اسرار کان منهن موڙي نه سگهيو.

امتحان جي تاريخن ۾ ڪجهه واڌارو ٿيو، جنهن ڪري پنهي جي گڏيل پڙهائي ڪجهه سست ٿي ويئي هئي، پر هڪ سبب پيو به هو، شمونءَ کي منهن تي جڏهن کان ساوڪ آئي هئي، هو زائفن جي سامهون ايندي شرمائيندو هو، تنهن ڪري رجب جي گهر اچڻ گهٽائي ڇڏيو هئائين. پئي ڄڻا اڪثر ٻاهر ملندا رهندا هئا. پنهي جي سڪ ۾ ڪا گهٽتائي نه آئي هئي. هن عمر ۾ جيڪو پهچي ويندو آهي سو اڪثر عجيب غريب خيالي دنيا ۾ رهندو آهي، پنهنجن جذبن ۽

خواهشن کي مختلف رنگن سان پريندو رهندو آهي. شمونءَ
جي هوائي محل ۾ جيڪي مستقل ڪردار رهيا پئي،
انهن ۾ هڪ ڪردار رجب جو به هو، جنهن سان هن
جو جذباتي لڳاءُ رهندو پئي آيو. سندس خوابن ۾
راحت ڏيندڙ اهوئي ڪردار هو. خوابن کان پوءِ
بيخوابي ته ايندي ئي آهي ۽ خوابن ۾ ڪردارن سان
گڏ سندن پاڇا به هوندا آهن ۽ ڪڏهن ڪڏهن پاڇولن
جو اثر ڪردارن کان به وڌي ويندو آهي، جيڪي
ماڻهن کي ڇرڪائي ۽ ديڇاري ڇڏيندا آهن. اهڙا
ڇرڪائيندڙ خواب شمونءَ کي به اچڻ لڳا، ڪڏهن هو
خواب ۾ ڏسندو هو ته ڪا وڏي ڇپ سندس مٿان
ڪري رهي آهي. ڪڏهن ڏسندو هو ته ڪو حيوان
نما انسان کيس سوگهو جهلي گهٽا ڏيئي رهيو آهي ۽ هو
پاڇولن کان جند ڇڏائڻ لاءِ خواب ۾ مدد لاءِ وڙيون
به ڪندو هو "رجب .... رجب .... رجب ...." ۽ جڏهن
ڇرڪ ڀري اکيون پٽيندو هو، تڏهن پگهر ۾ شل هوندو
هو، پر اهڙا ڀيانڪ خواب ورلي ڏسندو هو ۽ جلد
وساري ڇڏيندو هو.

هڪڙي ڏينهن منجهند جو جڏهن مينهن پئي پيو،
تڏهن شمونءَ پنهنجي گهر ۾ ننڊ ڪرڻ جي ڪوشش
پئي ڪئي. ڪچي ڇت ٽمڻ لڳي، هو بيزار ٿي گهر
کان ٻاهر نڪتو ۽ رجب سان ملڻ جو ارادو ڪري
هن جي گهر ڏانهن روانو ٿيو. هن رجب کي ٻاهران

بيهي آواز ڏنو پر رجب مڏ تي ٻاهر نہ نڪتو، تڏهن
هو گهر جي اندر داخل ٿيو. رجب ـ ماءُ انهيءَ وقت
وهنجي وراندي ۾ وارن کي ڦٽي ڏيئي رهي هئي، جن
۾ هڪ اڇو بہ نہ پيو هو. کانئس معلوم ٿيو تہ رجب
پنهنجي پيءُ جي هٽ تي ويٺو آهي ۽ پڻس کنهن
پئي پاسي دعوت تي ويل آهي.

شمون جڏهن واپس پئي وريو تڏهن رجب ـ ماءُ
ڦٽو نو رکي چوڻ لڳي، "شمن ڪاڏي ٿو وڃين .... ويهہ.
رجب اچي ويندو.... ميهن ۾ پنهنجا ڪپڙا آلا ڪندين!"

شمونءَ جا ڪپڙا تہ اڳيئي آلا ٿي چڪا هئا،
جيڪي سندس بدن کي چهٽيا پئي. هو ڪٽ جي پيراندي
تي ويهي رهيو.

"ڏس پنهنجا ڪپڙا تہ آلا ڪيا اٿئي!" شمونءَ
جي پٺيءَ تي هن هٿڙو ڦيريو ۽ اکين ۾ گهوري
ڏٺائينس. پوءِ کيس ڳراٽڙي پائي اندر وٺي ويئي،
اوندهي ڪوٺيءَ ۾.

پوءِ هن ايئن محسوس ڪيو ڄڻ تہ سندس مٿان
ڪا ڇت ڪري پئي. ڪا ڏيڻ هئي جنهن ۾ هو گهڙندو
ٿي ويو. مدد لاءِ هن رڙيون ڪرڻ چاهيون ٿي،
"رجب .... رجب .... رجب." پر هو رڙيون ڪري
نہ سگهيو.

سندس هوائي محل اڄ ڍهي پيو. سندس خواب
اڄ ٽٽي پيا. اڄ هن دوکي جي دنيا جو پيش ڪيل
اڪ جو کير چکيو هو. کيس اڄ نئون تجربو ٿيو هو.

# ڪهاڻيءَ جي ڪهاڻي

صديق جڏهن ڏهه پندرهن روماني ۽ غير روماني ناول پڙهي چڏيا ۽ وقت جي مشهور رسالن ”فلمستان“ ۽ ”اعليٰ ادب“ جي انهن سڀني افسانن کي پڙهي پورو ڪيو جن جي ليکڪن بابت هن ٻڌو هو ته اهي هن دؤر جا چوٽيءَ جا افسانه نگار ڪري ليکيا ويندا آهن، تڏهن کيس به شوق جاڳيو ته ڪو افسانو لکي ادبي دنيا ۾ نالو ڪڍي.

پوءِ هن هڪ افسانو لکيو ۽ دوستن کي چانهه پياري کين اهو پڙهي ٻڌايو. جيڪو هنن ڏاڍو پسند ڪيو ۽ کيس صلاح ڏني ته اهو افسانو ڪنهن رسالي ۾ ضرور شايع ڪرائي.

صديق دوستن جي صلاح تي (اهڙو خيال سندس پنهنجو به هو) هڪ صبح جو تيار ٿي افساني جا پنا پنهنجي هئنڊ بيگ ۾ وجهي هليو رسالي ”آفتاب مشرق“ جي آفيس ڏانهن. رسالي ”آفتاب مشرق“ جو ايڊيٽر الحاج شمس الدين جيڪو هميشه صبح جي وقت وڏين فرمن کي اشتهارن لاءِ ٽيليفون پيو ڪڙڪائيندو هو ۽ اهي وري جند ڇڏائڻ لاءِ پيا سچا ڪوڙا وعدا ڪندا

هٿال، جڏهن صديق کي هنڌ بيگ سان آفيس ۾ گهڙندي ڏٺو تڏهن سمجهيائين ته پڪ هن ماڻهوءَ جي ٿيلهي ۾ وسالي لاءِ ڪي اشتهار هوندا، سو اٿي ڪري صديق سان ڏاڍي اخلاق سان مليو ۽ ڪرسي تي ويهڻ لاءِ اشارو ڪيائينس.

”فرمايو ڪهڙي فرم جا اشتهار آندا اٿو؟“ ”سائين اشتهار ته ڪنهن به فرم جا نه آهن پر هڪ افسانو اوهان جي خدمت ۾ آندو اٿم.“ صديق ٿيلهي مان افساني جا پنا ڪڍي ايڊيٽر کي پيش ڪيا.

ايڊيٽر پنهنجي بي صبريءَ جي ڪري شايد ڦڪو ٿيو هو سو پشيمانيءَ کي لڪائڻ لاءِ منهن تي مرڪ آڻي چوڻ لڳو: ”واه واه افسانو.... واه واه .... ڏسون ته ڇا لکيو اٿوا“ ائين چئي هن افساني کي ڇڪاسڻ شروع ڪيو. پنجن منٽن ۾ هن افسانو پڙهي پورو ڪيو، پوءِ منهن گهنجائي چوڻ لڳو: ”ذرا افساني جي زبان ادبي پيماني جهڙي نه آهي .... افسوس سان ٿو چوڻو پوي ته اڄ جا نوجوان پنهنجي ادبي ۽ ثقافتي ورثي کان غافل ٿي ويا آهن .... هو مشرق جي روايتن کي ڇڏي مغرب جي روايتن جي پيروي ڪري رهيا آهن .... ڪو وقت هو جڏهن اديب عالم ۽ فاضل اهو سمجهيو ويندو هو جيڪو عربي ۽ فارسي جي دولت سان مالامال هجي.... پر اڄ.... مثلن اوهان جو هي افسانو....“ هن تقرير کي جاري رکندي چيو، ”ڇا هئيت آهي؟

ڇا مواد آهي؟ ڇا موضوع؟ ڪجهه خبر نه ٿي پوي.
هي افسانو جيڪڏهن منهنجي رسالي ۾ شايع ٿئي ته
پوءِ هن رسالي ۽ هڪ واڻڪي مخزن ۾ ڪهڙو فرق
ٿيندو؟"

"سائين هي افسانو ته محض هڪ نفسياتي تجزيو
آهي، سمبلز جي بنياد تي...."

صديق جي ڳالهه ڪي اڌ ۾ ڪٽيندي ايڊيٽر چيو،
"مان سمبل وهبل نه ڄاڻان.... سمبل.... نفسيات....هي
محض شيطانيت آهي ۽ منهنجو رسالو هميشه اهڙي
شيطانيت کان پاڪ صاف پئي رهيو آهي ۽ انشا الله
پاڪ صاف ئي رهندو. مهرباني ڪري منهنجو وقت نه
وڃايو، کڻو پنهنجو افسانو." ايڊيٽر پنهنجو آخري فيصلو
ڏيئي ڇڏيو.

صديق افسانو کڻي پويان پير ڪيا. من ۾ سوچيائين:
"غلط جڳهه تي اچي ڦاٿس، پر همت نه آهي هارڻي.
ڪنهن ٻي هنڌ به ڪوشش ڪرڻ کپي." صديق
هٿنڊ بيگ لوڏيندو، لوڙا هڻندي ۽ لونڊون وڃائيندي اچي
رسالي "جوت" جي آفيس ۾ پهتو.

"جوت" جو ايڊيٽر رفيق شفيق، صديق کي پنهنجي
آفيس ۾ گهڙندو ڏسي ڏاڍي پيار سان چوڻ لڳو:

"اچ پيارا اچ.... ڀلي آئين.... مون لاءِ ڪا ڪار
خدمت؟" هن ائين چيو چڻ ته صديق کي ورهين کان
سڃاڻندو هجي. صديق ايڊيٽر جو سٺو رويو ڏسي پر اميد

ٿي چوڻ لڳو، ”ايڊيٽر صاحب مون هڪ افسانو پهريون دفعو لکيو آهي، اوهان جيڪڏهن تڪليف نه سمجهو ته پوءِ مهرباني ڪري هن تي هڪ نظر وجهي ٻڌائيندا ته اهو ڇپجڻ جي لائق آهي يا نه؟“

ايڊيٽر افسانو وٺندي چيو ”پيارا اسان ته هميشه نون لکندڙن جي همت افزائي ڪندا آهيون. جيڪڏهن افسانو اسان جي ڏانو وٽان هوندو ته ضرور ڇپبو.“

ايڊيٽر افسانو پڙهندو پئي ويو ۽ صديق سندس منهن جي اوپارين لهوارين کي جاچيندو ٿي رهيو. ايڊيٽر افسانو پڙهي پورو ڪري چوڻ لڳو، ”پيارا هن خيال کان ته هي تنهنجو پهريون افسانو آهي، پوءِ اهو ضرور چئبو ته سٺي ڪوشش آهي ۽ خاص ڪري نفسياتي تجزيو وڻندڙ آهي، پر ٻوليءَ جي لحاظ کان ....“

”ٻوليءَ جي لحاظ کان؟“ صديق آتاولو ٿي پڇيو.

”ها ٻولي جي لحاظ کان افساني ۾ ڪجهه گهٽتائي آهي .... مطلب ته افساني جي ٻولي خالص ۽ نج نه آهي.“ خالص ۽ نج تي زور ڏيندي ايڊيٽر چيو.

”خالص ۽ نج مان اوهان جو ڪهڙو مطلب آهي؟“ صديق پڇيو.

”خالص ۽ نج مان مقصد آهي ته افساني جي ٻولي ٺيٺ هئڻ کپي.... مطلب ته اصل، نج، خالص ۽ ٺيٺ لفظ استعمال ڪرڻ کپن پر تنهنجي افساني ۾ فارسي ۽ عربي لفظن جي ڀرمار آهي.“ ايڊيٽر سمجهائي ڏيندي چيو.

”عجيب ڳالهہ آهي.... ڪو ٿو چوي تہ افساني ۾ غير عربي ۽ غير فارسي لفظ گهٽا آهن ۽ اوهان فرمايو ٿا تہ فارسي ۽ عربي لفظن جي ڀرمار آهي.... مون تہ صرف عام ۽ روز مره جي ٻولي ڪتب آندي آهي جيڪا عام طور ڳالهائي ٻڌي وڃي.“

”پيارا عام ٻولي ۽ ادبي ٻوليءَ ۾ وڏو فرق ٿيندو آهي ۽ ڳالهہ تہ هميشه هر رسالي جي هڪ پاليسي هوندي آهي ۽ اسان جي بہ هڪ پاليسي آهي،“ ايڊيٽر دوستاڻي نموني چيو.

”پوءِ اها حقيقت نگاري تہ نہ ٿي!“ صديق رکائي سان چيو.

”پوءِ اهـا ڪٿي اسانجي مجبوري سمجهو.“ ايڊيٽر افساني جا پنا صديق کي موٽائيندي چيو.

صديق پنن کي مروڙي بيگ ۾ وڌو ۽ موڪلائڻ ڪانسواءِ ڪمري کان ٻاهر نڪري گهر پهتو پر اها ڳالهہ هن دوستن سان نہ ڪئي.

شهر مان ٻہ رسالا ٻيا بہ نڪرندا هئا جن مان هڪ تہ گهٽو جهونو هو ۽ پنهنجي ظاهري ساک بہ قائم رکندو ٿي آيو ۽ ٻيو پرچو کي نڪرندي ٻہ ٽي سال مس ٿيا هئا پر نواڻ ۾ ٻين سيني رسالن کان گوءِ کٽي ويو هو. ٻئي ڏينهن صديق انهي سنڌي اگهہ ۾ جهوني رسالي جي آفيس پهتو. انهيءَ وقت ايڊيٽر ڪنهن سان فـون تي ڳالهائي رهيو هو. ڳالهہ ختم ڪري پوءِ

هڪدم لکڻ ۾ لڳي ويو ۽ صديق کي ڏنو ان ڏنو ڪيائين.

صديق کي جڪ ته ڏاڍا پئي آيا پر صبر ڪري خاموش ڏسندو رهيو. ڪم ختم ڪري ايڊيٽر منهن مٿي ڪيو ۽ ڪيس بيٺل ڏسي پڇيائين "حڪم؟"

صديق ڪيس افساني جا پنا ڏنا. ايڊيٽر افساني کي مٿاڇرو ڏسي پوءِ ڪاغذن کي هڪ پراڻي فائل ۾ وجهي ڇڏيو ۽ پڇيائين: "مهربان اوهان جو نالو؟"

"صديق."

"صديق.... صديق!" ايڊيٽر نالي کي ورجائيندي ڪنڊ ۾ پيل ڪبٽ کوليو ۽ هڪڙو فائيل ڪڍي ڏسڻ لڳو جنهن جي پاهران چٽي نموني ۾ لکيل هو "بليڪ لسٽ." ايڊيٽر نالن جي لسٽ پڙهڻ لڳو ۽ هڪ هنڌ بيهي چيائين: "ها.... صديق بيدار" وري صديق ڏي منهن ڪري چوڻ لڳو: "مهربان اوهان اختلافي نوعيت جا افسانا ۽ مضمون لکندا رهيا آهيو.... مهربان اسان اهڙي مواد کي پنهنجي رسالي ۾ شايع ڪرڻ کان قاصر آهيون."

"سائين منهنجو نالو محمد صديق آهي، صديق بيدار ڪو ٻيو هوندو، منهنجو ته هي پهريون افسانو آهي.... اوهان ڀليا آهيو."

"مهربان مون کي ڦاسائڻ جي ڪوشش نه ڪر، مان پڇڙيوال ماڻهو آهيان!" ايڊيٽر هاءِ لائيٽ جو سگريٽ

دکانئي وري پنھنجي ڪم ۾ لڳي ويو. صديق مايوس ٿي پنا کڻي ٻاهر نڪتو.

جديد رسالي جو ايڊيٽر ساڳي ڏينهن تي ڪيس ملي نه سگهيو ڇاڪاڻ ته ان ڏينهن هو ٻوڪ اسٽالن تان رسالي جي وڪري جا پئسا اڳاڙڻ ويو هو. ٻئي ڏينهن ايڊيٽر سان صديق جي ملاقات ٿي. جيئن ته هن جي رسالي جي ڪا مقرر آفيس نه هئي تنهن ڪري هو صديق کي ٻه واري ريسٽورينٽ ۾ وٺي ويو. چانهه جو آرڊر ڏنو ويو ۽ پنهي رسمي طور هڪ ٻئي کي ڪيڪاريو.

”ادا ڏاڍي خوشي ٿي اوهان سان ملي ڪري.... افسوس آهي جو ڪالهه اوهان آيا هئا پر آئون موجود نه هوس.... ڇا ڪجي ڏاڍي مصروفيت هوندي آهي. ايڊيٽري به ڪريون، پاڻ به لکون، ٻين جي اصلاح به ڪريون، پروف به ڏسون، وقت تي رسالي ڪڍڻ جو به فڪر، ڪو خوش ته ڪو ناراض، خريدار گهٽ، ڪاغذ مهانگو، اصل مصيبت آهي.“ ايڊيٽر چوڻ لڳو.

”ها سائين اوهان کي آفرين هجي جو ادب ۽ ٻولي جي ايڏي خدمت پيا ڪريو.“

”ڇا ڪجي نياڻو آهي پوءِ قدر ٿئي يا نه ٿئي.“

”قدر نيٺ ٿيندو“ صديق افساني جا پنا، موقعي مصلحت کي مناسب سمجهي ڪيس ڏيندي چيو.

افساني تي سرسري نظر وجهي ايڊيٽر چيو ”افسانا

تہ اسان وٽ ڏيڪ پيا آهن. گهڻن جا افسانا تہ پن پن سالن کان وٽي رکيل آهن، پر وارو نہ آيو آهي."

ٿورو ترسي وري چوڻ لڳو: "تنهن هوندي بہ اوهان جو افسانو جيتوڻيڪ تمام مختصر ٿو لڳي پر ڪائي ڳالهہ ڪانهي، جيڪڏهن سٺو هوندو تہ پوءِ ٿورو گهڻو وڌائي شايع ڪنداسين پر اوهان کي گهٽ ۾ گهٽ ڇهن مهينن تائين انتظار ڪرڻو پوندو."

صديق پنهنجي بي وسيءَ تي سوچيندي چيو، "جيئن اوهان جي مرضي.... پر ڇا اوهان پڻ جي افسانن کي بہ وڌائيندا گهٽائيندا آهيو؟"

"اهو تہ هر ايڊيٽر کي اختيار هوندو آهي. اسان جي رسالي ۾ مشڪل سان اهڙو ڪو افسانو ڇپيو ويو هوندو جنهن کي اسان ٿورو گهڻو وڌايو يا گهٽايو نہ هجي."

صديق سوڪلائي واپس موٽيو ۽ هر مهيني رسالي ۾ پنهنجي ڪهاڻي کي ڳولڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو ۽ اهڙي طرح سان اميد ۽ نااميدي جي ڇڪتاڻ ۾ ڇهہ مهينا بہ پورا ٿي ويا پر سندس ڪهاڻي نہ ڇپي.

هڪڙي ڏينهن هن وٽ ايڊيٽر جو ڪارڊ پهتو جنهن ۾ لکيل هو:

ادل،

افسوس آهي تہ اوهان جو افسانو اسان کي پسند ڪونہ آيو. افساني جون خاميون هيٺين ريت آهن،

"ڪهاڻي جاندار نہ آهي. ڊائيلاگ زوردار نہ آهن. ڪردار نگاري چڱي طرح سان نہ ڪئي ويئي آهي ؛ افسانو ڪو تاثر نہ ٿو ڇڏي، اصلاح ڪرڻ بہ مشڪل آهي. تڪليف معاف ڪندا."

نيازمند

ع - غ سودائي.

ڪارڊ جي ٻئي پاسي وسالي جي خريداري جا اگهہ ڇپيل هئا. 'هڪ سال لاءِ 30 رپيا. سڄي حياتي لاءِ هزار رپيا. خاص نمبر خريداون کي مفت ڏنا ويندا. وسالي جا خريدار ٿي ٻولي ۽ ادب کي زور وٺايو. نوٽ:- سڄي حياتي لاءِ وسالي جي خريداري جي خواهشمند سڄڻ کي هڪ عدد فوٽو بہ موڪلڻ کپي جنهن کي آرٽ پيپر تي شايع ڪيو ويندو.'

صديق ڪارڊ کي بہ ٽي دفعا اٿتو سٿتو ڪري ڏٺو ۽ پڙهي ڦاڙي ڇڏيو.

# ٻہ لاش

اسان جي ڪمپارٽمينٽ ۾ ٿورا ماڻهو هئا ۽ سڀ ستل، سواءِ منهنجي ۽ پرواري هڪ همسفر جي؛ ريل بولان جي پهاڙن تان ترڪندي ميداني علائقي ڏانهن ڀڄڻ لاءِ آتي هئي، ٻاهر اونده انڌڪار هو ۽ ريل جي گڙ گڙ.

مون کي سفر ۾ ننڊ ڪانہ ايندي آهي، نہ ڪي پڙهڻ ۾ مزو سواءِ سگريٽن جي سوٽن جي. منهنجو همسفر جهڪي روشنيءَ ۾ ڪو ڪتاب پڙهي رهيو هو، هو چاليهن ورهين جي لڳ ڀڳ هو ۽ پٺاڻ پئي لڳو، ٿوري دير کان پوءِ هن ڪتاب رکيو ۽ مون ڏانهن نهاري چوڻ لڳو، ”اوهان کي ننڊ نہ ٿي اچي؟“

”مون کي سفر ۾ ننڊ گهٽ ايندي آهي.“

”سنڌي آهيو؟“

”هائو.“

”ڪيڏانهن ٿا وڃو؟“

”سکر.“

”سکر!“ هن ٿڌو ساهہ کنيو ۽ خاموش ٿي ويو،

مون کيس سگريٽ آڇيو جيڪو هن قبول ڪيو ۽ دڪانئي پيئڻ لڳو.

مون چاهيو پئي ته هو ڳالهائي جيئن وقت ڪٽجي وڃي پر هو ڪنهن سوچ ۾ ٻڏل هو. مان ڪيس تڪي رهيو هوس. اهو احساس ڪري هو سوچ جي دنيا کان موٽي آيو ۽ سگر جي گرمي ۽ ترقيءَ بابت پڇڻ لڳو. پوءِ پنهنجو قصو اورڻ لڳو:

”انسان جي ڪهاڻي ڪڏهن به نئين نه ٿيندي آهي چاڪاڻ ته زندگي به جڳن کان ساڳي رينگٽ سان هلندي پئي اچي پر هر دور ۾ هر ساعت کي پنهنجي نواڻ هوندي آهي ۽ ان جو دارومدار انهن واقعن تي آهي جيڪي انساني زندگيءَ ۾ ٿيندا رهن ٿا. اسان سڀ زندگيءَ جا ڪردار آهيون ۽ هر ڪردار کي پنهنجي ڪهاڻي هوندي آهي ۽ منهنجي به هڪ ڪهاڻي آهي جيڪا مان اوهان کي ٻڌائڻ چاهيان ٿو چاڪاڻ ته انهيءَ ڪهاڻيءَ جا ڪي ڪردار اوهان جي شهر جا آهن.... مان ۽ اوهان هڪ ٻئي کان اڻ واقف آهيون ۽ اسان ٻنهيءَ جو سفر ۾ ساٿ فقط چند ڪلاڪن جو آهي، پوءِ شايد حياتيءَ ۾ هڪ ٻئي سان ڪڏهن به ملي نه سگهون تنهن ڪري مون کي انهيءَ راز کي کولڻ ۾ ڪو الڪو ڪونهي، اميد ته توهان انهيءَ ڳالهه کي هڪ خيالي افساني کان وڌيڪ اهميت نه ڏيندا!“

"اوهان دلجاءِ ڪريو." چيم.

"مگر جو ٻالو ٻڌي مون کي هڪڙي پراڻي ڳالهه ياد اچي ويئي، اها انڪل ويهه ورهيه اڳ جي ڳالهه آهي يا ايئن ڪٿي سمجهه ته منهنجي زندگيءَ جو وڏي ۾ وڏو حادثو." هو رڪيو، صرف اهو ڏسڻ لاءِ ته مان سندس ڳالهه ٻڌڻ لاءِ تيار آهيان يا نه ۽ مون کي سنجيدو ڏسي هو وري شروع ٿيو، "اوهان جي شهر جو هڪڙو رهواسي ٽالي ارجن جو تن ڏينهن ۾ ڪوئٽا جي هڪ سرڪاري محڪمي ۾ ايس. ڊي. او هو ۽ پٽيل روڊ تي اسان جي گهر جي سامهون هڪ ڪرائي جي جاءِ ۾ رهندو هو..... هو هڪ سهڻو جوان هو ۽ تازو شادي ڪري آيو هو، مان انهن ڏينهن ۾ ڪاليج ۾ پڙهندو هوس..... روز شام جو زال مڙس گهمڻ لاءِ ٻاهر نڪرندا هئا ۽ مان ڪڏن پنهنجي پڙهڻ واري ڪمري مان تڪيندو رهندو هوس." هو ٿورو رڪيو.

"اوهان ڪهڙي سال جي ڳالهه ڪريو؟" مون ڪانئس پڇيو. "1947 وارو سال.... هلچل وارو زمانو هو ۽ اسان شاگرد به آزاديءَ جي تحريڪ ۾ حصو وٺندا هئاسين، هنگاما، اسٽرائيڪون، جلسا جلوس روز پيا ٿيندا هئا."

مون آٿي ڪري سامهون واري دري بند ڪري ڇڏي جنهن مان سٽي اچي رهي هئي، هن وري ڳالهائڻ شروع ڪيو: "هن جي زال ڏاڍي سهڻي هئي، مون

پنهنجي زندگيءَ ۾ اهڙيون خوبصورت عورتون تمام گهٽ ڏٺيون آهن .... پٺي هڪ پٺي کي ڏاڍو پيارا لڳندا هئا.... مون کي ايس. ڊي. او. جي چوائي تي رشڪ ٿيڻ لڳو ۽ آخر اهو رشڪ حسد ۾ بدلجي ويو. منهنجو سڪون ۽ آرام ختم ٿيڻ لڳو ۽ پڙهڻ ۾ دلچسپي ختم ٿيندي ويئي .... مان عورت کي شدت سان چاهڻ لڳس ۽ هميشه انهيءَ تاڪ ۾ رهندو هوس ته سندس اک مون سان لڳي وڃي، رات ڏينهن سيلاب جا پور پچائيندو رهندو هوس ۽ سندس مڙس جي غير موجودگيءَ ۾ اڪثر هنن جي گهر جي در وٽ ڦيرا پائيندو هوس پر سڀ بي فائدي .... هوءَ ڏاڍي بي نياز عورت ثابت ٿي، پر مان هڪ ناتجربيڪار ۽ ناسمجهه هوس جو اها ڳالهه به ڪونه سمجهي سگهيس ته هڪ ڪامياب شاديءَ ۾ هڪ جوان عورت لاءِ سندس جوان مڙس ديوتا مثل هوندو آهي .... مان پنهنجي جوانيءَ جي انڌي جوش ۾ هوس ۾ پاڳل ٿيندو ويس ۽ پنهنجي شڪست جي بدلي ڪي اهڙي طرح پورو ڪيم جو سڄي زندگي پنهنجي ڪئي تي پڇتايان ٿو.“ هو سڄو ڳاڙهو ٿي ويو ۽ ڳالهائڻ ۾ هٻڪڻ لڳو.

”انهيءَ سال ڏاڍا فرقيوارانه فساد ٿيا، لٽ مار، قتل غارت عام جام ٿيڻ لڳا، هڪڙي ڏينهن مون ڏٺو ته ايس. ڊي. او لنڊن جي تياري ڪري رهيو آهي، هو پٺي ڏينهن وڃڻ وارا هئا .... مان پنهنجي محبوبا

جو وڇوڙو برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نہ هوس ۽ سواءِ
ڪيس زبردستي هٿ ڪرڻ جي ٻيو ڪو چارو نہ ڏٺم.
انهيءَ رات مان ۽ منهنجا ٻہ چار ساٿي هٿيارن سان
ليس ٿي، منهن ڍڪي هنن جي گهر ۾ گهڙي پيا سين.
هو ٻئي هڪ ئي پلنگ تي ستا پيا هئا، کڙڪي تي
جاڳي پيا ۽ اسان کي هٿيارن سان ڏسي هيسجي ويا،
هوءَ هڪدم پنهنجي مڙس سان چنبڙي پيئي، خنجر جا
ٻہ ٽي وار سندس مڙس تي ٿيا ۽ هو آڳٽ مري ويو.
مڙس جي بچائڻ ۾ عورت کي بہ هلڪا ڇيها رسيا پر
تنهن هوندي بہ هن مڙس جي جسم کي نہ ڇڏيو، اسان
جو مقصد عورت کي مارڻ جو نہ بلڪ هٿ ڪرڻ
جو هو تنهن ڪري ڪيس مردي جسم کان ڇڏائڻ جي
گهڻي ڪوشش ڪئي سين، ڪيس خنجر جا هلڪا ڇهڪ
بہ ڏناسين پر تڏهن بہ هن لاش کونہ ڇڏيو. هلڪا
ڇهڪ تيز ۽ گهرا ٿيندا ويا، مان پنهنجي هوس ۽ جوش
۾ پاڳل ٿي ويس ۽ هڪڙو خنجر ٻيءَ کان سندس
دل ڪاٽين پهچي ويو ۽ هوءَ مري ويئي ۽ مرندي بہ
هن پنهنجي مڙس جي جسم کي نہ ڇڏيو.... هڪ ٻئي
سان چنبڙيل ٻن لاشن کي رت سان ڀريل بستري تي
ڇڏي اسان موٽي آياسين." هو خاموش ٿي ويو، پر
گوڙها سندس ڳلن تي ڪريا، هن منهن ڦيري ڇڏيو.

# اچي بوءِ بهار جي....

سالن کان پوءِ پنهنجي شهر آيو هوس، دوستن سان ملڻ لاءِ دل بيچين هئي، شام جو کين ڳولڻ لاءِ سندن پراڻي اڏي ”ڪيفي شيراز“ روانو ٿيس. هلندو رهيس ۽ ذهن ۾ پراڻيون ڳالهيون ۽ يادون فلمي سين وانگر اڀريون ٿي رهيون. ڪيفي جي اندر وارو ماحول، شاعرن، اديبن ۽ ڪاليج جي شاگردن جا نه ڪٽندڙ بحث مباحثا، ڪيفي جي لذيذ چانهه ۽ سڀ کان وڌيڪ ڪيفي جي مالڪ آقائي جي وڻندڙ شخصيت ۽ پياريون پياريون ڳالهيون. سوچي رهيو هوس ته ايترن سالن کان پوءِ ملڻ تي آقائي مون کي الائجي سڃاڻيندو يا نه!

نيٽ پارڪ وٽ اچي پهتس جنهن جي اڳيان ڪيفي شيراز هوءِ پر ڏٺم ته ڪيفي جي بلڊنگ جي ٻاهران هڪ بورڊ ٽنگيل هو جنهن تي لکيل هو ”فيڊرل انشورينس ڪمپني“.... مطلب ته ڪيفي شيراز آتان کڄي ويو هو، جاءِ کي نئون روغن ڏنو ويو هو. مون کي اچرج کان وڌيڪ صدمو پهتو، ائين محسوس ڪيم ڄڻ ته پنهنجي ڪا قيمتي شيءِ وڃائي ويٺو هوس جنهن جو پڇتاءُ هو.

مان انهن خيالن ۾ غلطان هوس جو ڪنهن پنيءَ تي هلڪو ڌڪ هڻي چيو: ”اڙي يار جيئرو ته آهين.... اهڙي به ڪهڙي جدائي!“ ڏسان ته نثار هو پنهنجو جگري دوست، پاڪر پائي ملياسين.

”يار ڪيفي شيراز ته بند ٿي ويو........ اڄڪلهه پنهنجو اڏو نشاط ريسٽورينٽ آهي، هل ته هُتي هلون.“ نثار چيو.

مان انشورينس ڪمپني جي بورڊ کي حسرت سان ڏسندو رهجي ويس.

ڪيفي شيراز جي زوال جو قصو نثار هيئن ٻڌايو ته ڪيفي جي بلڊنگ جڏهن کان هڪ ٻئي ماڻهوءَ کي ڪليم ۾ ملي هئي تڏهن کان آهو شخص آقائيءَ کي تنگ ڪندو رهندو هو ته بلڊنگ خالي ڪري ۽ قبضو ڇڏائڻ لاءِ هن شخص آقائيءَ تي ڪيس به ڪيو جيڪو آقائيءَ کٽيو هو. جڏهن هن شخص ڏٺو ته قانوني طرح مان جاءِ خالي نه ٿي ٿئي تڏهن هن ٻيا حربا استعمال ڪرڻ شروع ڪري ڏنا ۽ هيءَ پروپئگنڊا ڪيڻ لڳي ته آقائي پنهنجي پرچار جي ذريعي نوجوانن جا ذهن ٿو خراب ڪري. هڪ دفعي رات جو جڏهن ڪيفي جي بند ڪرڻ جو وقت هو تڏهن ماڻهن جي هڪ ٽولي اندر داخل ٿي ڪيفي جو سمورو فرنيچر ۽ ٻيو قيمتي سامان ٽوڙي ڦوڙي ڇڏيو ۽ آقائيءَ کي به ڌڪ هنيائون. ٻئي ڏينهن آقائي ٽپڙ ٻڌي هليو ويو،

ڪاڏي ويو تنهن جي خبر ڪونه پئي.

نشاط ريسٽورينٽ جي اندر ڇاتل سڃاتل چهرا نظر اچي رهيا هئا. پنهنجا پراڻا ساٿي ۽ دوست مليا ۽ هيڏانهن هوڏانهن جي ڳالهين ڪسان پوءِ ڳالهه وري آقائي جي نڪتي.

حسن چوڻ لڳو: ”يار آقائي ته يار باش ماڻهو هو..... جڏهن پيسا ڪمائيندا هئا ته پوءِ آقائي جون ڳالهيون به پڌندا هئاسين ۽ سندس مفت جي چانهه به پيئندا هئاسين........ باقي سندس پرچاو جو اسان جهڙن آزاد خيال ماڻهن تي ڪهڙو اثر پيو جو اجايو ڪيس بدنام ڪيو ويو!“ ”۽ پنهنجي مفت خوريءَ جو سلسلو به بند ٿيو.“ رشيد چيو.

”مان ته سمجهان ٿو ته آقائي جي زوال جو اصل سبب هيءُ هيو جو اوهان جهڙا ڪنگلا ڪنگلا شاعر ۽ اديب ڪلاڪن جا ڪلاڪ صرف هڪڙي چانهه جي ڪوپ تي ٽيبلون والاري ويهندا هئا ۽ ماني به اوڌر تي کائيندا هئا ۽ جيستائين آقائي پاڻ پيسن جي گهر نه ڪندو هو تيستائين ڏيڻ جو خيال ئي نه ڪندا هئا.“ رفيق چيو.

”کون ته چڻ شرافت جو پتلو هئين .... آقائي جا چمچا.“ نثار چيو ۽ سڀ کلڻ لڳا.

سو اهڙي طرح آقائيءَ جون ڳالهيون هلنديون رهيون جيڪو ريڊيو کي ريڊيو، ڊبل روٽي کي ڊبل روٽي

ڇوندو هو، حافظ شيرازي جا شعر ٻڌائيندو هو، مهڻن سان سهڻو هوندو هو ۽ سکر جي گرميءَ ۾ شيراز جي بهارن کي ياد ڪندو هو.

هڪ دفعي شهر ۾ ڪاليجي شاگردن اسٽرائيڪ ڪئي، ۽ جلوس ڪڍيو، پوليس هنن تي ڏاڍي لاٺي چارج ڪئي، ڪن ڇوڪرن ته ٻچ ٻچان ۾ اچي ڪيفي ۾ پناه ورتي، آقائي جڏهن ڏٺو ته پوليس وارا کين پڪڙڻ لاءِ اچي رهيا آهن تڏهن هن ڇوڪرن کي اسٽور روم ۾ لڪائي ڇڏيو، پوليس وارن آقائيءَ کان پڇا ڳاڇا ڪئي، آقائي پنهنجو چهرو اهڙو بڻايو جڻ ته کيس ڪنهن ڳالهه جي ڄاڻ ئي نه هئي. پوليس وارا هيڏانهن هوڏانهن نهاري واپس هليا ويا.

ڪاليج جي اليڪشن جي ڏينهن ۾ ته ڪيفي ۾ بهاري اچي ويندي هئي، رات جو يارهين بجي تائين ڪيفي ڇوڪرن سان پريو پيو هوندو هو، مختلف گروپن جي زور شور سان ڪنويسنگ هلندي رهندي هئي ۽ آقائي سيني اميدوارن جي ڪارڊن سان پنهنجو ڪائونٽر سينگاري ڇڏيندو هو.

سال ۾ صرف هڪڙو ڏينهن اهڙو هوندو هو جڏهن ڪيفي شيراز بند رهندو هو، سو هو نوروز جو ڏينهن.

ڳالهيون هلنديون رهيون، نشاط ريسٽورينٽ جو مالڪ اسان کي غور سان تڪي رهيو هو، شايد اسان کي ويٺي گهڻي دير ٿي ويئي هئي.

ڪجهہ سالن کان پوءِ اخبار ۾ هڪ ننڍڙي خبر پڙهيم تہ فورٽ منڊيمن ۾ ڪُلڊيل محاذ جي مڙ تي سڄي شهر ۾ هڙتال ڪئي ويئي ۽ شهر جا سڀ دوڪان ۽ هوٽل بند رهيا. اتفاق سان ڪيفي شيراز جو هڪ دروازو ڪليل ڏٺو ويو ۽ مشتعل هجوم اندر گهڙي ڀڃ ڊاهي مچائي ڏني ۽ ڪيفي جو مالڪ آقائي پاڻ بچائيندي مارجي ويو.

# ڳاڙها ڳل پيلا ڳل

”مس شاهده جو رنگ گورو آهي.... وار ڊگها اٿس ۽ هوءَ ايتري قدر ته حسين ۽ جميل آهي جو پريون به کيس ڏسي ڪري شرمائجي وڃن.... هن جا جسماني خطوط ايترا ته دلڪش ۽ هوش ربا آهن، جو آرٽسٽ به ڏسنديئي بيقرار ٿي وڃي.“ غفار هاسٽل جي روم ۾ گهڙنديئي اعلان ڪيو.

”واه واه، واه واه، ڪهڙي نه لاجواب شاعري آهي.“ حڪيم تاڙي وڄائيندي چيو.

”اها شاعري نه، پر حقيقت آهي.“ غفار حڪيم کي پٺيءَ تي ڌڪ هڻندي چيو.

”اسان جي خبر رسان ايجنسي.... اهو ته ٻڌاءِ مس شاهده ڪير آهي.... ڪهڙي ڊپارٽمينٽ جي آهي.... ڇا پڙهندي آهي؟“ غلام رسول چانهه جي ڪيٽلي هيٽر تي رکندي چيو.

”منهنجو اڄ ئي هن سان تعارف ٿيو آهي.... هوءَ سوشيالاجيءَ ۾ ايم. اي ڪري رهي آهي ۽ يونيورسٽيءَ ۾ پهريون سال اٿس.“

”تعجب آهي جو اڄ تائين اسان کيس ڪو نه ڏٺو

آهي، ملاقات ته پوءِ جي ڳالهه آهي.“ سليم Life مخزن مان نظر مٿي ڪندي چيو.

”منهنجا راجـا اِندر، مس شاهده منفرد شخصيت جي مالڪ آهي، هوءَ تنهنجي اِندر سڀا جي راڻي بڻجي نه سگهندي.“ غفار چيو.

”هون، چڱ ته منهنجي سڀا ۾ ڪا راڻين جي ڪوت آهي!“ سليم مخزن جي ورقن کي اٿلائيندي چيو.

ٻئي ڏينهن ٽي صبح جو چاڙني ٻار ٽمپ ٽاپ ٽي آرٽس فيڪلٽيءَ جي ڪوريڊور ۾ ڦيريون پائڻ لڳا ۽ هڪ هڪ ڇوڪريءَ کي غور سان ڏسندا رهيا.

”هوءَ آ شاهده .... اڇي ساڙهيءَ ۾.“ غفار اشارو ڪندي چيو، ۽ ائين ٽئي هو ٻين کي ڇڏي شاهده ڏانهن وڌڻ لڳو، پر شاهده ساٿس هڪ منٽ ڳالهائي پنهنجي ڊپارٽمينٽ ڏانهن تڪڙي هـلـي وئـي، غفار موٽي آيو.

”مس شاهده جو پيرئڊ هو، تنهنڪري تڪڙ ۾ هئي، ساڻس ٻارنهين لڳي ڪئنٽين ۾ ملاقات ٿيندي.“ غفار چيو.

”واقعي حسين آهي. گهٽ ۾ گهٽ آرٽس فيڪلٽيءَ ۾ پهريون نمبر ڪيس ڏيڻو پوندو.“ غلام رسول ججمينٽ ڏيئي ڇڏي.

”مان سمجهان ٿو ته سڄي يونيورسٽيءَ ۾ اهڙي ڪا ٻي حسينه نه هوندي.“ حڪيم ٽيڪو ڏنو.

سليم ڪنڌ لوڏيندو هليو ويو. شايد راجا اِندر جون راڻيون انتظار ڪري رهيون هيون، ڪنهن لان ۾. ڪئنٽين ۾ غفار، شاهده جو تعارف پنهنجي سائين سان ڪرائي رهيو هو:

”هي آهي مسٽر غلام رسول، اسان جو ڀان جان، هي آهي مسٽر حڪيم عرف جالينوس، ۽ هي آهي مسٽر سليم، اسانجو راجا اِندر..... اسين سڀ هاسٽل جي هڪڙيئي بلاڪ ۾ رهندا آهيون.“

”مس شاهده .... اوهان جو غائبانه تعارف مسٽر غفار يعني اسانجي خبر رسان ايجنسيءَ، اڳ ۾ ئي ڪرائي ڇڏيو آهي.“ غلام رسول چيو.

”سو به شاعريءَ ۾.“ حڪيم ٽيڪو ڏنو.

”اها ته خوشيءَ جي ڳالهه آهي، جو مسٽر غفار شاعر به آهي.“ شاهده کلندي چيو.

”اسان جو خبر رسان، شاعري ته ڇا پر هر فن ۾ ماهر آهي.“ سليم ٽئين ڊزائين جي پائپ کي اسٽائيل سان پيئندي چيو. سڀئي کلڻ لڳا. غفار سمجهيو ته سندس تعريف ٿي رهي آهي، سو شروع ٿي ويو پنهنجي شعر ۽ شاعريءَ ۾.

شاهده جو هنن سان رلي ملي وڃڻ هڪ وڏي ڳالهه هئي، ڇاڪاڻ ته يونيورسٽيءَ جا وڏا وڏا شاهينگ ماسٽر بي تڪلف ٿيڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪندا هئا، پر ڪامياب نه ٿيا. پيا ڇوڪرا، ڪين شاهده

مان گھرو ڏيندو ڏسي ساڙ کائيندا هئا. ڊان جان جيڪو
بدن جو مضبوط ۽ سانوري رنگ جو هو، پر محمدعلي
کلي وانگر پاڻکي دنيا جو خوبصورت ماڻهو سمجهندو
هو، تنهن هڪدم مهيني جي ملندڙ خرچيءَ مان پنهنجي
لاءِ هڪ شوخ ريشمي اسڪارف ۽ ٻه بشرٽ خريد
ڪيون، جيڪي نئين فيشن واريون هيون. حڪيم
پنهنجي حرفت سان، ڊان جان کان هڪ بشرٽ ڦٻائي
ويو. مطلب ته چارئي يار گهٽ يا وڌ چريا ٿي پيا
چوڪريءَ جي پويان. سليم جيڪو وڏيڪ تجربيڪار
۽ حرصي هو، تنهن هڪدم شاهده کي هڪڙي ڏينهن
موقعو ڏسي، فلم ڏسڻ جي دعوت ڏيئي ڇڏي، جيڪا
شاهده قبولي. پنهنجي فلم ڏسڻ کان پوءِ 'الفاروق' ۾
ماني به کاڌي. سليم انهيءَ رات هاسٽل دير سان آيو،
پر خوشي جي بجاءِ منهن تي اداسي ڇانيل هيس.

هن اڪيلائيءَ جو وجهه وٺي شاهده سان ڇيڙڇاڙ
ڪئي هئي، پر شاهده کيس چڙٻ ڏيندي چيو هو،
"مان يونيورسٽي گرل ضرور آهيان، پر ڪال گرل
ناهيان .... مون کي خبر نه هئي ته توهان عام رواجي
دوستيءَ جو غلط مطلب وٺي اهڙي ذلالت جو مظاهرو
ڪندين." ايئن چئي شاهده کيس ڇڏي پنهنجي گهر
هلي ويئي هئي. هن کي شاهده جا لفظ ور ور ڪري
ياد اچي رهيا هئا. راجا اِندر سان اهڙو واقعو ورلي ٿيو
هوندو، جو کيس پسند واري ڇوڪري حاصل ڪانه

ڏي هجي. هن اهو واقعو ڪنهن کي ٻـه نـه ٻڌايو ۽ نـه
وري شاهده انهيءَ جي شڪايت ڪنهن ٻئي سان ڪئي.
شاهده انهيءَ واقعي کان پوءِ ٻـه سليم سان کـلـي
ڳالهائيندي هئي. سليم پنهنجي انـدر ميـا ۾ مشغول
رهندي شاهده کي وساري ڇڏيو. حڪيم ۽ غفار، شاهده
کي الڳ گهمائڻ لاءِ وٺي وڃڻ جي همت ساري نـه
سگهيا، نه وري خرچ لاءِ ايترو پئسو هئن. پر گـڏيل
تفريحي پروگرامن ۾ سڀئي شريڪ ٿيندا هئا. شاهده جي
ڪمپنيءَ جو لطف ماڻيندا هئا، البت غلام رسول هڪ
ٻه دفعو شاهده کي فلم تي وٺي ويو هو ۽ ڪلفٽن ٻه
گهمڻ لاءِ ويا هئا. شاهده کي غلام رسول کان ڪنهن
ٻـه قسم جي شڪايت نـه ٿي. ڪيس غلام رسول جي
ڪردار ۽ بي ساختگيءَ متاثر ڪيو. غلام رسول جنهن
سنڌوءَ جو منڙو پاڻي پي ڪري، پنهنجو من، پيار جي
ميناج سان پُر ڪري ڇڏيو هو، سو شاهده لاءِ هڪ
آئيڊيل ساٿي ثابت ٿيو. پر هڪڙي ڏينهن جڏهن هن
اڪيلائيءَ ۾ شاهده کي چيو، "مونـکي جيڪڏهن
تو جهڙي جيون ساٿڻ ملي وڃي، ته پوءِ مان پاڻ کي
دنيا جو خوش نصيب انسان سمجهندس .... ڇا تون مون
سان شادي ڪندئينءَ؟"

شاهده جي اکين ۾ پاڻي تري آيو، چيائين، "توکي
خبر آهي منهنجو پورو نالو ڇـا آهي .... منهنجو پورو
نالو شاهده جمشيد مارڪر آهي .... مـان پارسي خاندان

ساڻن تعلق رکان ٿي.... پارسي پڻ ساڻن سڱابندي ڪري نه ٿا سگهن."

غلام رسول کي پهريائين ته جهٽڪو لڳو، پر پوءِ چيائين، "ڇو نه منهنجي ڪري پنهنجو عقيدو بدلائي سگهين ٿي."

"مان عقيدو بدلائي سگهان ٿي، پر پنهنجي پوڙهي پيءُ ۽ ماءُ کي ڇڏي ڪانه ٿي سگهان .... مون کان سواءِ آهي جيڏرا رهي ڪونه سگهندا."

گهڻا سال گذري ويا، هڪڙي ڏينهن غلامرسول جيڪو اپر سنڌ ۾ ڪنهن هنڌ سرڪاري ملازم ٿي ويو هو ۽ شادي شده پڻ، ڪنهن ڪم سانگي ڪراچي آيو. شام جو صدر جي ايلفنسٽن اسٽريٽ ۾ گهمي رهيو هو ۽ وقت گذارڻ لاءِ پئي Window-Shopping ڪيائين، ته ڪيس پري کان شاهده جي مهاندڻ جهڙي هڪ عورت ساڙهيءَ ۾ هڪ ٽِلهي ۽ پوڙهي شخص سان ايندي نظر آئي. هـا .... اهـا شاهده هئي. ويجهو ايندي شاهده کيس سڃاڻي ورتو ۽ بيهي رهي، پئي مليا ۽ شاهده کيس پوڙهي سان تعارف ڪرائيندي چيو، "منهنجو Husband فيروز مهتا .... منيجنگ ڊائريڪٽر مهتا ڪاربان انڊين فيڪٽري."

پوءِ شاهده سندس تعارف پنهنجي پوڙهي سائيءَ سان ڪرائيندي چيو، "مسٽر غلام رسول، اسين گڏ يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندا هئاسين."

پوڙهي ڪلي چيو، ”هي هي هي .... يونيورسٽي ميٽ .... هي هي هي .... اوهان سان ملي ڏاڍي خوشي ٿي.“

شاهده کيس پنهنجو وزيٽنگ ڪارڊ ڏيندي چيو، ”سڀاڻي توهان اسان وٽ اچي لنچ ڪائيندا.“

پوڙهي به چيو، ”ها ها ضرور اچجو، پر سان ته ان وقت فيڪٽريءَ ۾ busy هوندس، خير شاهده اوهان سان ڪمپني ڪندي، هي هي هي.“ سندس ڏند پکل هئا.

شاهده جي شادي هڪ پوڙهي سان! اهو غلامرسول تصور به نه ٿي ڪري سگهيو ۽ کيس صدمو پهتو، دنيا هڪ عجيب ناٽڪ آهي ۽ اسان انهيءَ ناٽڪ جا ڪٺ پتلا ۽ ڪٺ پتليون آهيون .... اسان سان پڌل مضبوط سڳا اهڙن راڪاسن جي هٿن ۾ آهن، جنڪي ڪو ڏوڙي به نه ٿو سگهي. ڪنهن ڪتاب ۾ پڙهيل اهو جملو سندس ذهن تي تري آيو. ايلفيءَ جي رنگينيءَ سان هاڻي کيس مزو نه پئي آيو.

شاهده جي ڏنل ائڊريس تي، هو ٻي ڏينهن هائوسنگ سوسائٽيءَ جي ماڊرن ڊزائين جي بنگلن جي نمبر پليٽن کي چڪاسيندو، جڏهن هڪ بنگلي جي ٻاهرين لڳل پليٽ تي مذڪور نمبر ڏٺائين، تڏهن بيل وڄايائين. هڪ نوڪرياڻيءَ کيس اندر وٺي آئي. شاهده سندس انتظار ڪري رهي هئي. سينگاريل ۽ مسحور ڪندڙ

ڊرائينگ روم هڪ وڏو شو روم معلوم ٿي رهيو هو، جنهن ۾ هر شيءِ نفاست ۽ سليقي سان رکيل هئي، ريڊيو گرام، ٽي - وي سيٽ، صادقين جون پينٽنگس، پلاسٽڪ فلاورس، وغيره وغيره.

نوڪرياڻي ٻنهي لاءِ ڪولڊ ڊرنڪس رکي هلي ويئي ۽ ٻوءِ ٻئي اڪيلا رهجي ويا. شاهده کي هڪ سنهي اڇي رنگ جي ساڙهي پهريل هئي ۽ وار کليل هيس. ٻئي هڪ ٻئي لاءِ اجنبي ڪونه هيا. هن شاهده جي نمائين اکين ۾ جهاتي ڏسڻ کان پوءِ محسوس ڪيو، ته انهن ۾ ويرانيءَ، اداسيءَ، رڃ، ڏک ۽ بک جي پاڇولن کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه هو. شاهده جي ڳلن جي ڪشميري صوفن جهڙي لالائي به ختم ٿي وئي هئي، هوءَ سفيد ساڙهيءَ ۾ چرلدڙ ڦرندڙ لاش معلوم ٿي رهي هئي. شاهده جذبات تي قابو پائي نه سگهي ۽ روئندي روئندي پنهنجو حال اورڻ لڳي.

غلام رسول هنجا ٿڌا هٿ ٻنهي جي هٿن ۾ جهلي صبر ۽ سڪون سان سندس داستان ٻڌڻ لڳو ته ڪيئن نه شاهده جو پيءُ جمشيد مارڪر جيڪو سيٺ فيروز سهتا جي فيڪٽريءَ ۾ اسسٽنٽ مئنيجر هو، جڏهن هٿن تي فالج جي حملي ٿيڻ ڪانپوءِ ٺيڪ طرح سان ڪم نه ٻئي ڪري سگهيو، تڏهن سيٺ کيس نوڪريءَ مان برطرف ڪري ڇڏيو، ۽ اها آڇ پيش ڪيائين ته جيڪڏهن جمشيد مارڪر پنهنجي ڌيءَ جو هٿ سندس هٿ ۾

ڏيندو، تہ ٻوءِ هو نہ فقط گهر ويٺي ٻہ هزار رپيا ماهوار پينشن وٺندو رهندو، پر فيڪٽري سموري شاهده جي نالي ڪئي ويندي.

جمشيد مارڪر جيڪو بلڪل بيڪار ٿي چڪو هو، پيرسن ٿي چڪو هو ۽ شاهده کانسواءِ ٻيو ڪو بہ اولاد ڪونہ هوس، تنهن جڏهن اها ڳالهہ پنهنجي زال يعني شاهده جي ماءُ سان ڪئي، تڏهن هوءَ بيهوش ٿيندي ٿيندي رهجي ويئي. شاهده پنهنجي پيءُ ۽ ماءُ جي پڇاڙيءَ کي ذلت کان بچائڻ لاءِ شاديءَ لاءِ ها ڪئي، ۽ اهڙي طرح سان قربانيءَ جي پيمٽ چڙهي ويئي.

غلام رسول شاهده جي ڪوماٽيل چهري ڏانهن نهاريندي من ۾ چيو، 'ڇا شاهده پنهنجو وڃايل جوڀن، خوشي، شادماني وري حاصل ڪري سگهي ٿي؟'

هن يونيورسٽيءَ ۾ اخلاقيات ٿي وڏا وڏا ڪتاب پڙهيا هئا، پر اڄ کيس اخلاقيات جا دقيانوسي اصول کوکلا ٿي نظر آيا، ۽ هر شيءِ کوکلي ٿي نظر آيس.
'ڇا شاهده پنهنجو وڃايل جوڀن، خوشي، شادماني وري حاصل ڪري سگهي ٿي؟'

شاهده سندس من جي آنڌ مانڌ پروڙي ورتي ۽ بي اختيار ٿي کيس چنبڙي پئي.

جڏهن غلامرسول شاهده کان موڪلائڻ لڳو، تڏهن ڏٺو هن تہ شاهده جي ڳلن ٿي هلڪي هلڪي

لالائي اچي ويئي هئي.... چمن ۾ آبياري ڪئي ويئي هئي.... جوڀن تي آئي بهار....

پر اها بهار، اها آبياري ته وقتي هئي.... غلام رسول هليو ويو.

ڇهه مهينا گذري ويا.... هڪڙي ڏينهن ڪيس هڪ خط مليو، جيڪو شاهده ڪيس اوجها ٽي- بي سينيٽوريم ڪراچيءَ مان لکيو هو. اهو سينيٽوريم، يونيورسٽيءَ کان ٿورو مٿڀرو، آتر پاسي هڪ ٽڪريءَ تي ٺهيل آهي. شاهده ڪيس خط ۾ التجا ڪئي هئي ته آخري دفعو هو سائس ملڻ اچي.... هوءَ بيچينيءَ سان سندس انتظار ڪري رهي هئي.

غلام رسول ڪنهن مصروفيت سبب هڪ هفتو، ڪراچيءَ دير سان اچي پهتو. ۽ جڏهن هو ٽيڪسي ڪري اوجها سينيٽوريم پهتو، تڏهن صبح جا ڏهه بجي ٿيا. هن پاڻ سان بين تحفن سان گڏ، نرگس جي گلن جو هڪ گلدستو به شاهده لاءِ آندو هو، شاهده کي يونيورسٽيءَ جي ڏينهن ۾ نرگس جا گل ڏاڍا وڻندا هئا. هن جڏهن انڪواريءَ آفيس کان بيگم شاهده فيروز مهتا بابت پڇا ڪئي، تڏهن وينل ڪلارڪ هڪ رجسٽر کوليو، جنهن ۾ مريضن جا نالا داخل هئا؛ شاهده جي نالي تي ڳاڙهي ليڪ ڏنل هئي.... وفات، تاريخ، وقت. هنگي مئي پنج ڏينهن ٿي ويا هئا، يعني هن غلام رسول کي مرڻ کان ڪجهه ڏينهن اڳ خط

لڳيو هو، غلام رسول وانڱڻ وانگر بار بار رجسٽر جي
ڙهي ليڪ کي گهوري رهيو هو، جتي لکيل هو،
'بيگم شاهده فيروز مهتا، عمر 26 سال، وفات ....
تاريخ .... وقت ....'

هن موٽندي ٽيڪسي واري کي يونيورسٽي
ڪئمپس واري رستي تان هلڻ لاءِ چيو، يونيورسٽي
ٽائون .... لائبريري .... ائڊمنسٽريشن بلڊنگ .... آرٽس
فيڪلٽي، ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون، ڪاري رنگ جي
گائونس ۾، هٿن ۾ ڪتاب کنيو، بي فڪريءَ سان
گهمي ڦري رهيا هئا، ٽهڪڙا .... کِل مشڪري.... ڇهچٽو
.... بيل بائٽم .... هيلو سر .... هيلو مئڊم .... ايڪس ڪيوزمي
.... پليز.... ٿئنڪيو ٿئنڪيو .... غلام رسول کي گذري
ويل سمون ياد اچڻ لڳو، پراڻا نظارا اکين تري آيا،
پراڻا ساٿي ياد پئي آيا، جاليئوس، راجا اِندر، شاهده
.... شاهده .

'هتي هر نئين سال، نئون جاليئوس، نئون راجا
اِندر، نئون ڍان جان ۽ نئين شاهده اچن ۽ وڃن.... ڇا
دنيا هڪ ناٽڪ آهي! ڇا اسين سڀ انهيءَ ناٽڪ جا
ڪردار آهيون!' هن سوچيو ۽ اکين مان ڳوڙها وهي
آيس. ٽيڪسي آهستي آهستي وڃي رهي هئي ۽ هو
هر شيءِ کي حسرت سان ڏسي رهيو هو. جڏهن
ٽيڪسي ڪئمپس جي آخري موڙ تي پهتي تڏهن هن
گلدستي کي، جيڪو هن شاهده لاءِ آندو هو، ٽيڪسي

جي دريءَ مان هيٺ، روڊ جي وچ واري گرين بيلٽ
تي آچلي ڇڏيو. گلدستو وڃي هڪ ٻوٽي ۾ اٽڪي
پيو ۽ شاهده لاءِ تحفو، شاهده جو يادگار بڻجي ويو ۽
ياد ڇڏي ويو.

## دانشور صاحب

مون کي ڪتابن جي نوس نوس ڪرڻ جي عادت آهي. صدر جو اهڙو ڪوبه بڪ اسٽال رهيل نه هوندو، جتي هفتي ۾ به ٽي دفعا منهنجو دورو نه ٿيندو هوندو. مان پڪ سان چئي سگهان ٿو ته ڪهڙي بڪ اسٽال تان ڪهڙا ڪتاب ملندا ۽ ڪهڙي خاني ۾ هوندا، ڪهڙا نوان ڪتاب ڪهڙي بڪ اسٽال تي اچي ويا آهن يا اچي رهيا آهن. اهڙي نوس نوس ڪرڻ جو هي مطلب ڪونهي ته ڪو مان گهڻا ڪتاب خريد ڪندو آهيان يا خريد ڪرڻ جو شوق اٿم. ورلي ڪو نئون ڪتاب وٺندس؛ نه ته گهڻو ڪري صدر جي آس پاس فٽ پاٿن تي وڪري لاءِ جيڪي ڪتاب سستا پيا هوندا آهن، سي خريد ڪندو آهيان، فقط انهيءَ خيال کان ته اهي ضرور اٿليل هوندا. اهڙي ڪتابي نوس نوس مان انيڪ فائدا آهن. هڪ ته وقت ڏاڍو سٺو گذريو وڃي، پيو ته ڪتابن جا ٽائيٽل ۽ ليکڪن جا نالا ياد ٿيو وڃن. اهڙي يادداشت علمي اضافي ۽ بحث مباحثي لاءِ فائدي واري آهي.

دستور موجب هڪڙي ڏينهن مان فٽ پاٿ جي

ڪتابن جي جاچ پڙتال ڪري رهيو هوس، جو دانشور صاحب سان عليڪ سليڪ ٿي جيڪو پڻ ڪتابن کي اٿلائي پٿلائي رهيو هو. دانشور سان منهنجي ڄاڻ سڃاڻ ڪا گهڻي پراڻي ڪانه هئي، ائين ئي هڪ ادبي ميڙ ۾ ساڻس ملاقات ٿي هئي. سندس شخصيت کي جيڪي ٽي شيون نمايان ڪري رهيون هيون، سي هيون: سگار، اڌيا هيپي ٽائيپ وار ۽ هٿنڊ بيگ دانشور ڪتاب اٿلائي پٿلائي نيٺ ٻه ڪتاب اڌ بها ۾ ورتا، هڪڙو ته هو نفسيات تي ۽ ٻيو شايد ڪنهن مشهور شخصيت جي آتم ڪهاڻي هئي. ڪيس ڪتاب خريد ڪندو ڏسي مون به لاچار "ڏئيم" رسالي جو هڪ پراڻو نمبر ڇهين آني ۾ ورتو.

"مسٽر ماهر، ڏاڍي افسوس سان ڏسو چوڻو پوي ته خالص علمي ڪتابن جي هت گهڻي اٿات آهي، تنهن ڪري مجبوراً مان گهڻائي ڪتاب ٻاهرين ملڪن کان گهرائيندو آهيان." مون کي ڪيفي ٽيريا جي اندر وٺي ويندي چيائين.

"مثال طور هتي ڪوبه اهڙو بڪ اسٽال ڪونهي جتي فرائڊ جو يا برٽرنڊ رسل جو مڪمل سيٽ هجي."

"بلڪل اوهان صحيح ڏسا فرمايو.... اهوئي سبب آهي جو مان گهڻو ڪري فٽ پاٿ جا پراڻا ڪتاب وٺندو آهيان.... ڪڏهن ته انهن هنڌن تان تمام سٺا ڪتاب به ملي ويندا آهن."

جڏهن چانهه آئي ته دانشور بغير کير جي چانهه ڏاهي پيئڻ لڳو. پوءِ جو ڳالهيون ڪيون ته الائي ڪٿان ڪان ڪٿي وڃي پهتاسون. مان پاڻ کي علمي ڳالهين جي ڊوڙ ۾ اڳرن کان اڳرو سمجهندو هوس پر دانشور مون کان به ٻه قدم اڳتي هو، مان ٿڪجي پيس پر هو ٿڪجڻ وارو نه هو.

”اڄڪلهه مان مشرق جي ماڻهن جي نفسيات متعلق هڪ تحقيقي مقالو لکي رهيو آهيان.... مغربي نفسيات اسان لاءِ ڪارگر نه آهي ڇاڪاڻ جو اها اسان جي مزاج کي سمجهي نه ٿي سگهي.“ هن سگار جو هڪ ڏگهو ڪش هنيو.

موڪلائڻ وقت دانشور ڏاڍي پاٻوهه سان چيو، ”مسٽر ماهر اوهان به ته منهنجي ٿوري گهڻي مدد ڪريو هن تحقيق جي سلسلي ۾.“

”ها ها ڇو نه.... حڪم ڪريو!“ مون دل تي هٿ رکيو.

”گهڻي نه، فقط ايتري تڪليف ڪريو، جو اهڙن رسالن مان نفسيات وغيره جا نوان نوان ٽرم آسان ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪري ڏيو.“ هن ”ٽائيم“ رسالي ڏانهن اشارو ڪندي چيو.

”ضرور.... ضرور.“

گهڻائي ڏينهن گذري ويا هئا جو دانشور مان ٻيهر ملاقات ڪانه ٿي هئي. هڪڙي ڏينهن اوچتو ڪيس

ڪيفي ٽيريا جي هڪ ڪنڊ ۾ اڪيلو ويٺل ڏٺم. ڏاڍي غمگين موڊ ۾ نظر پئي آيو. پنهنجي پرسان ويهاري چوڻ لڳو، ”ماهر.... چڱو ٿيو جو ملي وئين.... اڄڪلهه دل ڏاڍي اداس آهي.... ڇا ٻڌايانءِ منهنجي محنت بيڪار وئي.“ هن سگار جو سوٽو هنيو.

”ڪهڙي محنت بيڪار وئي؟“ انجاڻ ٿي پڇيم.

”جيڪا مقالي تي ڪيم، اصل ۾ ماڻهن کي منهنجو مقالو سمجهه ۾ ئي ڪونه آيو.“

”ها ائين ئي هوندو.... پوءِ ڇا خيال آهي آئينده لاءِ؟“

”ڪجهه نه ڪبو.... سوچيان ٿو ته نفسياتي علاج لاءِ هڪ پرائيويٽ ڪلينڪ کوليان.... علاج بلڪل ائين نموني ڪيو ويندو. يعني شمع بيني، بلور بيني، يوگا وغيره وغيره.... تجربو شرط آهي.“

”خيال سٺو آهي.“ چانهه جو ڍڪ ڀريندي چيم.

”اميد ته اوهان به تجربي خاطر هڪ دفعو مون وٽ ايندا.... اوهان جهڙن دوستن کان ته هڪ پئسو به نه وٺندس.“

مان نه ها ڪري سگهيس نه انڪار، جلد ئي ڪانئس موڪلائي ٻاهر نڪتس.

سوچيندو ئي رهندو هوس ته دانشور ڏانهن وڃان يا نه وڃان، جو خبر پئي ته سندس ڪلينڪ کي سرڪاري تالا لڳي ويا آهن ۽ هو اڄڪلهه جيل جي هوا کائي

رهيو آهي. جاچ ڪندي معلوم ٿيو تہ دانشور جيڪا
پنهنجي ڪلينڪ جپاني روڊ تي کولي هئي اها شهر
جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ مشهور ٿي ويئي هئي. جپاني روڊ
تي ڪنهن زماني ۾ ڳاڙهن نشانن سان لکتيون لڳل
هونديون هيون جن تي انگريزيءَ ۾ لکيل هوندو هو
"Out of Bound". ڪلينڪ ۾ خاص طرح نوجوان
ڇوڪرا گهڻو ايندا ويندا هئا، جن جو علاج دانشور
راڪيٽ ڪيپسولن سان ڪندو هو. راڪيٽ ڪيپسول
کائي جڏهن نوجوان ٻاهر نڪرندا هئا تہ راڪيٽ
بڻجي ويندا هئا جنهن ڪري امن امان ۾ خلل پئجي
ويندو هو، تنهن ڪري مجبوراً دانشور کي سرڪاري
مهمان بڻايو ويو.

# ساز وڄندا رهيا

ٽرام لڏندي لمندي جڏهن لي مارڪيٽ وٽ پهچندي آهي تڏهن ٽڏي سامونڊي هير بدن کي لڳندي آهي ۽ ٽرام ۾ بوسات گهٽ ٿي ويندي آهي ۽ جڏهن چاڪيواڙي جي نالي تان ٽرام پار ٿيندي آهي، تڏهن گندي نالي جي ڌپ سڪايل ڪاري مڇيءَ جي ڌپ سان ملي ٽرام جي مسافرن کي هيءَ چتاءُ ڏيندي آهي ته اوهان جي منزل اچي ويئي ۽ ٿڪل ٽٽل مسافر ڪر موڙي جهوني ڪنڀاروواڙي ڪان وٺي چاڪيواڙي تائين آهستي آهستي لهڻ شروع ڪندا آهن تان جو ٽرام پنهنجي آخري منزل تي اچي پهچندي آهي.... آخري منزل جتي ٽرام جا پٽا اچي ختم ٿين ٿا.

اها ڌپ هتان جي سڄي علائقي ۾ ڦهليل آهي، ڏينهن هجي يا رات، سيارو هجي يا اونهارو اها ڌپ هوندي آهي.

هتان جي هڪ ڏنگي ڦڏي گهٽيءَ جي هڪ اوڏڪي اڌيل ننڍڙي جاءِ جي ڇت تي هڪ سورهن سالن جي گهنڊيدار وارن ۽ سانوري رنگ جي ڇوڪري ڪپڙا سڪائي رهي آهي. سامهون واري جاءِ ۾ لائوڊ ڊسان

شاديءَ جو رڪارڊ وچي رهيو آهي. هتي شادين جي موقعن تي پورو هفتو لائوڊ ڪـان رڪارڊ وڄايا ويندا آهن .... صبح کان وٺي رات تائين لائوڊ چالو هوندو آهي.

ڇوڪريءَ ٽئو ساهه پريو ۽ ڇوماسي جي ڪڪرن ڏانهن نهاريو جيڪي اولهه کان آيا ٿي ۽ اوڀر ڏانهن ويا ٿي .... ڪوهستان جي پاسي .... ڪيرٿر جـي پاسي شايد ڪنڌ تي وسڻ لاءِ يا ڇڙوڇڙ ٿيڻ لاءِ!

پر واري جاءِ جي ڇت تـي هڪ 18 سالن جو، گهنڊيدار وارن ۽ سانوري رنگ جو ڇوڪرو لغڙ اڏائي رهيو آهي. سندس لغڙ ذري گهٽ بادلن کي ٿي ڇهيو، هڪ ٻيو لغڙ سندس لغڙ جي ويجهو ٿي آيو، پيچ پوڻ کي دير نه هئي ۽ هوءَ ڇوڪري دلچسپيءَ سان ان پيچ جو انتظار ڪري رهي هئي.... پيچ پئجي ويـو ۽ ڇوڪريءَ کان ٽئو ساهه نڪري ويـو .... ڇاتيءَ جو آڀار مٿي ٿي ويو، لغڙ آڏائيندڙ سندس سيني جي آڀار کي ڇتائي ڏٺو، لغڙ کي ٻر ڏيئي جهٽڪو ڏنو ۽ ٻيو لغڙ ڪاٽا ٿي ويو. لغڙ آڏائيندڙ سينو تاڻي ڇوڪريءَ ڏانهن ڀهر نهاريو، ٻنهي جو نظرون ملي ويون، ڇوڪريءَ مشڪي پنهنجون نگاهون جهڪائي ڇڏيون.

اهڙي طـرح پيچ پونـدا رهيا ۽ نظرون ملنديون رهيون .... اهو سلسلو گهڻي عرصي تائين جاري رهيو، آخرڪار ڇوڪري جي ماءُ هـن جي زور پرڻ تـي ڇوڪريءَ جي گهر سڱ گهرڻ وڃي ٿـي. گهر گهر

ڪان، خاندان خاندان ڪان واقف هو ڏنهنڪري انڪار جو ڪو سبب نه هو.... ڇوري به ساماٽيل هئي باقي مهندي لڳائڻ ۽ دير ڇو! ها باقي ڏاج، حق مهر، سوڪڙين پاڪڙين ۽ راج ڀاڳ ڪي ماني ڪارائڻ بابت اڳواٽ ڳالهيون ڪرڻ ۽ شرط شروط طيءِ ڪرڻ ته ضروري سمجهيو ويو، تنهنڪري ڏرين جون وڏيڪ گڏجاڻيون ۽ صلاح مشورا ٿيندا رهيا پر هو ڪنهن فيصلي تي پهچي ڪونه سگهيا.

”پٽ امان هنن جي شرطن کي پوري ڪرڻ جي سگهه ساري نه ٿا سگهون .... تون هن ڇوڪريءَ جو خيال ڪڍي ڇڏ .... مان توکي پنهنجن مان پرڻائيندس .... نه ڪندا ناز نه نخرا.“

”پر امان هوءَ سونکي پسند جو آهي.“

”ڇورا اهي فلمي ڳالهيون ڇڏ، توکي وڏيڪ سهڻي ۽ ستابي زال ملندي .... پيو ڇا ڪپئي؟“ سندس ماسي جيڪا پڻ موجود هئي تنهن واڪو ڪندي چيو.

هو چپ.

ڇوڪريءَ جو رشتو ٻاڙي جي هڪ ٻئي ڇوڪري سان طيءِ ٿي ويو جيڪو هن ڇوڪري جو گهاٽو دوست هو.

شاديءَ جي محفل جوانن جي محفل هوندي آهي. رقص ۽ موسيقيءَ جي انهيءَ محفل ۾ هيءُ لازم آهي ته گهوٽ جا ويجها دوست ۽ عزيز وڏيڪ نچن ٽپن.

هو ان رات تمام گھڻو پي ڪري محفل ۾ شريڪ ٿيو، نچندو رهيو، نچندو رهيو، وچ ۾ گھوٽ کي ڳراٽڙي پائي مٿانس نوٽ گھوريندو رهيو. هو گھڻو خوش پئي نظر آيو.

هاڻي سازن ۾ وڌيڪ تيزي اچي چڪي هئي.... شوقيه نچندڙ به وڌيڪ تيزيءَ سان نچي رهيا هئا.... هو به تيز نچي رهيو هو.... سندس بدن جو هر هڪ حصو لڏي لمي رهيو هو.... پڳھر ۾ شل ٿي ويو هو، پر نچندو رهيو. هو تيستائين نچندو رهيو جيستائين بيهوش ٿي ڪري نه پيو.

# رنگن جي دنيا

سگر جي گرميءَ کان تنگ اچي ڪجهه ڏينهن لاءِ ڪوئيٽا اچي رهيس ۽ پنهنجي جهوني دوست رحيم سان ملي گهڻي خوشي ٿيم. هڪڙي ڏينهن دستور موجب شام جو جناح روڊ جي هڪ ريسٽورينٽ ۾ ويٺا هئاسين ۽ رحيم جديد آرٽ تي روشني وجهي رهيو هو، مان سنڌس آرٽ کان گهڻو متاثر هوس، تنهن ڪري هن جي هر ڳالهه غور سان پئي ٻڌم. هو آرٽ سان گڏ بت تراشيءَ جي فن جو به ماهر هو. ٻه سال اڳ هن جو تحفي ۾ ڏنل هڪ Bust مون سنڀالي رکيو هو. رحيم کاڌيءَ جي شلوار قميص پائيندو هو ۽ ڳالهائڻ ۾ آهستگي، نرمي پر رواني هوندي هيس، 35 سالن جو ٿي ويو هو پر اڃا ڪنوارو هو ۽ مالي حالت به ڪا چڱي نه هيس.

هن چيو پئي: ”رنگن جو انسان جي نفسيات سان ويجهو تعلق هوندو آهي .... رنگ رنگ سان ملي هڪ داستان ٺاهيندا آهن .... هڪ ڪيفيت پيدا ڪندا آهن .... علامت بڻجندا آهن....“ پوءِ هن رنگن جو تفصيل سان ذڪر شروع ڪري ڏنو ۽ سگريٽ رولر مان سگريٽ

نٿا هيندو چڪيندو نه رهيو. مون سندس منهن ۾ اکين
مان ٻه رنگن جي جهلڪ پئي ڏسي ۽ سوچڻ لڳس:
”هينئر ڳالهائيندي ڳالهائيندي هو هميشه جيان اوچتو
خاموش ٿي ويندو ۽ آداسي سندس مٿان ڇانئجي ويندي
.... ڇا اها آداسي هر آرٽسٽ جي نصيب ۾ آئي
آهي!“ هو اڃا رنگن جي دنيا ۾ هو.
اسان جي ٽيبل جي ويجهو ٽي ماڻهو اچي ويٺا،
ٻه نوجوان هئا ۽ هڪ ڇوڪري. رحيم هڪ پيرو ڪين
ڏٺو ۽ ڇوڪري کي دير تائين گهوري ڏسندو رهيو.
ڇوڪري به ڏانهس نهاريو پوءِ منهن ڦيرائي پنهنجن
ساٿين سان ڳالهائڻ ۾ مشغول ٿي ويو. رحيم جي ڇتائي
ڏسڻ ٿي مونکي تعجب نه ٿيو ڇو ته هر آرٽسٽ بنيادي
طور تي سونهن جو شيدائي هوندو آهي، پر عجب اهو
جو رحيم جي سنهن مان ڪاوڙ پئي بکيي. هن ڳالهائڻ
جو سلسلو ختم ڪري ڇڏيو.
ڪاوڙ ۾ پڙڪندي چيائين: ”نالائق....“
”ڪير؟“ مون کانئس پڇيو.
”هون .... ڪير به نه .... ڪير به نه!“ هن ڪجهه
لڪائڻ ٿي چاهيو. سندس مٿان آداسي ڇانئجي ويئي.
جلد آتان آٿي ٻاهر نڪتاسون ۽ جناح روڊ جا ٻه ٽي
چڪر هڻي پوءِ موڪلايوسون. موڪلائڻ وقت هن
چيو: ”سڀاڻي منجهند جي ماني مون وٽ اچي کائجائين.“
هو اڃا تائين ميڪانگهي روڊ جي پر واري گهٽيءَ

۾ رهندو هو. هن جي گهر جو رُخ اهڙي نموني هو
جو آڏان ڪان چلتن پهاڙ جو نظارو پوري طرح سان
پسجي پئي سگهيو. چلتن پهاڙ: جنهن جي اندر باهه
پئي دکي.... گرم گرم آلا ۽ گيس! چلتن پهاڙ جو دکڻ
زلزلن جو ڪارڻ هو ۽ هڪ دفعي اهڙو ته وڏو زلزلو
آيو هو جو سڄو ڪوئيٽا شهر ناس ٿي ويو هو. جيتوڻيڪ
ڪوئيٽا شهر جيترو اڳ خوبصورت هو اوترو
پوءِ ٿي نه سگهيو. چلتن جو رقيب ڪوه مردار آهي؛
جهڙو نالو اهڙس تهڙو ئي نريل رهي ٿو. ٻئي خشڪ
پهاڙ آهن.

چلتن جي چوٽيءَ تي چمڪ هئي.... شايد برف
هجي! ڪالهه سڄي رات برسات پئي هئي ۽ فضا
خوشگوار پر چلتن آداس! ساڳي آداسي رحيم جي چهري
تي چانئجي ويندي هئي! آءٌ انهي پرسرار آداسائيءَ
جو سبب معلوم ڪرڻ جو پڪو ارادو ڪري منجهند
ڌاري رحيم جي گهر پهچي ويس.

وڏي زلزلي ڪان پوءِ شهر ۾ ساڙين واريون جائيون
گهٽ اڏيون وينديون آهن پر جنهن جاءِ ۾ رحيم رهندو
هو تنهن کي ٽيون طبق به هو ۽ هو اڪيلو ٽئي
حصي ۾ رهندو هو. هن منهنجو انتظار پئي ڪيو؛
ساني ڪائڻ کان پوءِ هيڏانهن اوڏانهن جون ڳالهيون
ٿيون. سندس نوڪر سبز چانهه آندي جيڪا ڏاڍي
لذيذ هئي. ان کان پوءِ هو مونکي پر واري ڪمري

۽ وٺي ويو جتي هو تصويرون ٺاهيندو هو. ڪمري کي
هڪ وڏي دري هئي جنهن مان جلتن پهاڙ نظر ٿـي
آيو.... دريءَ مان ٿڌي هير جو جهونڪو آيو جنهن ۾
خوشبو سمايل هئي.... دل بهار بهار ٿي ويئي.

هن پنهنجيون مختلف ٺاهيل تصويرون ڏيکاريون:
نيچر، اسٽل لائيف، هيو من فگرس، نيوڊس، ائبسٽريڪٽ.
هونءَ ته مونکي سموريون تصويرون وڻيون پر هڪ
تصوير تمام گهڻي پسند آئي. اها تصوير هڪ سهڻي
جوان جي هئي، جيڪا سنهري فريم ۾، پٽ جي وچ
تي ٽنگيل هئي. فقط چهرو هو پر جيئرو جاڳندو!

مان تصوير کي غور سان ڏسندو رهيس ۽ هڪ پرپور
ڳاٿر چانئجندو ٿي ويو!

تصوير ڏي اشارو ڪندي پڇيم: ”هيءَ تصوير
ڪنهنجي آهي؟“ ۽ ساڳي وقت مونکي آهو ڇوڪرو
ياد اچڻ لڳو، جيڪو ڪالهه ريسٽورينٽ ۾ نظر آيو هو.
ڇو ته هن تصوير ۽ هن ڇوڪري جي مهانڊن ۾ گهڻي
مشابهت هئي.

هو چپ.

”ڇا هيءَ تصوير هن ڇوڪري جي ته ناهي جيڪو
ڪالهه نظر آيو هو؟“ مون ٻيهر ڪانئس پڇيو.

رحيم ڦڪي مرڪ منهن تي آڻي جواب ڏنو: ”نه
.... هيءَ تصوير هن جي وڏي ڀاءُ جي آهي.... خيالي
تصوير....اصلي تصوير....منهنجي دوست اسلم جي تصوير.“

هن رولر مان سگريٽ ڪڍي ڌکايو.

”اهو ڀلا ڪيئن! ڇا هو هاڻي وجود نه ٿو رکي؟“

”وجود!.... هاڻو وجود رکندو هو پر هينئر فقط منهنجي خيالن ۾ وجود ٿو رکي.... فقط خيالن ۾!“ هن غمگين لهجي ۾ چيو.

مون يڪدم ڄاتو ته اهو نوجوان فوت ٿي چڪو آهي ۽ جنهن محنت سان رحيم سندس تصوير ٺاهي هئي تنهن مان هن جي پيار جي شدت ظاهر هئي.... ۽ شايد انهيءَ آداسائيءَ جو ڪارڻ به هيءُ نوجوان هجي!

ڪنڊ ۾ شيلف تي تراشيل ڪجهه ماڊل رکيل هئا ۽ ڪجهه فرينچ پلاسٽر مان تيار ڪيل مردانه - زنانه ڌڙ. مان انهن کي ڏسندو رهيس ۽ هو دريءَ کان ٻاهر ڏسي رهيو هو ۽ سوچ ۾ ٻڏل! ٿوري دير کان پوءِ ٿڌو ساهه ڀري هي شعر چيائين: ”زنده هون اس طرح که غم زندگي نهين.... جلتا هوئا ديا هون مگر روشني نهين.“

منهنجي گهڻي زور ڀرڻ تي هن پنهنجو جيڪو داستان ٻڌايو اهو هيٺين ريت آهي:

غفور ۽ رحيم ڪاليج تائين گڏ پڙهيا هئا. ٻنهي جي پاڻ ۾ گهاٽي دوستي هئي. روزانو صبح جو اٿين لڳي غفور پنهنجي سائيڪل تي چڙهي رحيم کي وٺڻ ويندو هو. جڏهن سائيڪل جي گهنٽڙي وڄندي هئي تڏهن رحيم دريءَ مان منهن ڪڍي غفور کي ڏسي

هٿ اوڏيندو هو ۽ ٿوري دير کان پوءِ منهنجي ٻاهر نڪرندو هو، پوءِ ٻئي سائيڪل تي چڙهي ڪاليج ويندا هئاسين.

اسڪول جي زماني ۾ ۽ بعد ۾ ڪاليج ۾ هرڪو غفور سان دوستي ڳنڍڻ جو خواهشمند هو، پر غفور دوستي فقط رحيم سان ڳنڍي، انهن تي ڪڏهن جهيڙا به ٿيندا هئا، پر هنن جي ياريءَ کي ڪو ختم ڪري نه سگهيو.

شام جو ٻئي ڪنهن نه ڪنهن ڪيفي ۾ ويٺل نظر ايندا هئا ۽ هر آچر تي گڏجي مارننگ شو ڏسندا هئا اونهاري جي موڪلن ۾ اڪثر ٻئي شهر کان ٻاهر آڙڪ يا هنا پڪنڪ ملهائڻ ويندا هئا. ڪاليج ۾ جڏهن ٻنهي جو آخري سال هو تڏهن غفور اوچتو سخت بيمار ٿي پيو. لاچار کيس ڪراچيءَ کڻائي ويا. اُتي وڏن ڊاڪٽرن سندس علاج ڪيو، پر هو هن جي جان بچائڻ ۾ ڪامياب ٿي نه سگهيا. جڏهن لاش ٽرين ذريعي ڪوٽڙا اسٽيشن پهتو تڏهن ٻين سوڳوارن سان گڏ رحيم به اسٽيشن تي موجود هو. ڪن اڻ ٽرمجبورين ڪري هو ڪراچي وڃي نه سگهيو هو، نه ڪي کيس ايتري وڏي سانحي جو انديشو هو.

حساس دل رحيم پنهنجي دوست جي دائمي وڇوڙي کان پوءِ بلڪل ڍهي پيو، هو نه امتحان ڏئي سگهيو ۽ نه ڪا سٺي نوڪري وٺي سگهيو.... شادي تہ پوءِ

جي ڳالهہ هئي. دوست جي وڇوڙي کان پوءِ سندس
گهٽائي پروگرام اڻ پورا رهجي ويا. ڪيس سهارو فقط
رنگن جي دنيا وٽان مليو ۽ ڪي قدر سڪون بہ.

”پايان ٿو تہ اوهان جي مرحوم دوست جو پاڻ
ڪنهن چڱي صحبت ۾ ڪونهي!“

”ها.... ائين ئي سمجهہ“ رحيم چيو.

”پوءِ اوهان ڪوشش نہ ڪئي تہ هو بري صحبت
کان بچي ۽ اوهان سان دوستي ڳنڍي؟“

رحيم کو جواب نہ ڏنو ۽ حسرت سان پنهنجي
مرحوم دوست جي تصوير ڪي تڪيندو رهيو!

# پيار جا گهاو

جيڪڏهن مان انهيءَ اسپتال ۾ نه وڃان ها ته
جيڪر هن وقت سڪون ۾ هجان ها ۽ سانتيڪي زندگي
گذاريندو رهان ها! ويس علاج لاءِ پر دل ڏيئي ويٺس!

ڊاڪٽر ڪيس چيو ته هن مريض جو ٿرماميٽر سان
ٽيمپريچر ڏس. هوءَ موهيندڙ مرڪ سان اچي ڪري
مونکي ٿرماميٽر ڏيڻ لڳي، جيئن مان ان کي وات ۾
جهليان، پر بجاءِ ڪانئس ٿرماميٽر وٺڻ جي، مون پنهنجو
وات کولي ڇڏيو. (شايد بدحواسيءَ ۾ يا چاٺي واٺي!)
هن چپ ڀيڪوڙيا ۽ شرمائيندي منهنجي وات ۾ ٿرماميٽر
وجهي ڇڏيو ۽ پنهنجي واچ ۾ تڪڻ لڳي. ٿوري دير
کان پوءِ هن منهنجي وات مان ٿرماميٽر ڪڍيو ۽
ڊاڪٽر کي ٽيمپريچر ٻڌايائين. ڊاڪٽر دوا جو نسخو
لکي ڏنو، جنهن ۾ انجيڪشن هڻڻ به چاڻايل هو.
خوش قسمتيءَ سان انجيڪشن ٻڌڻسا گهيءَ نرس لڳائي. انجيڪشن
هڻڻ لاءِ مريض کي هڪ ٻئي هنڌ پردي جي اوٽ ۾
ويهاريو ويندو آهي. (سخت بيمار مريضن کي ليٽايو
ويندو آهي.) جڏهن هوءَ پنهنجن خوبصورت نرم نازڪ
هٿن سان منهنجي ساڄيءَ ٻانهن کي جهلي، انجيڪشن

هٿڻ لڳي تڏهن سور بجاءِ بي انتها راحت محسوس ڪيم.
چيم: ”اوهانجو هٿ ڪيترو نه هلڪو آ.... جڻ نه ڪجهه ٿيوئي ڪونه.... ڪي هٿ ته تمام ڳـورا هوندا آهن!“

”سور نـه ٿيو!“ هن منهن تـي مصنوعي حيرت پيدا ڪندي چيو.

”بلڪل نه!“ وراڻيم.

”ڪوڙ!“

پٺي ڏينهن انجيڪشن لـڳائڻ مهل مون کـانئس نالو پڇيو.

”نالو ٻڌائڻ ڇا ضروري آهي!“

ٿورو سوچي پوءِ وراڻيم: ”ضروري ڇا آهي ته هن جو دارومدار مهل ۽ موقعي تي هوندو آهي.... ضروري ضرورت جي پيداوار هوندي آهي.“

”توهان ته مونکي ڪو فلاسافر يا شاعر ٿو لڳين!“

”نه ڪو مان فلاسفر آهيان نـه شاعر.... پـر ها انهيءَ جو دارو مدار به موقعي مهل تي هوندو آهي.“ سندس اکين ۾ گهوريندي چيم. هوءَ منهنجي جواب تي کاڻ لڳي ۽ سندس ڳاڙهن چپن منجهان اڇا اڇا ڏند چمڪڻ جرڪڻ لـڳا. سندس وڏيڪ ويجهو تـي پنهنجي سوال کي ورجايم:

”پنهنجو نالو ته ٻڌاءِ!“

”شڪيلا.“ چنڊ جهڙي منهن تـي حياءَ جي لهر

ٻوڙي ويئي. ڊاڪٽر جو ڪال بيل وڳو ۽ هوءَ هلي ويئي.

نئين ڏينهن تي ڊاڪٽر چيو: ”اوهان جي طبيعت هاڻي ٺيڪ آهي، انجيڪشن لڳائڻ جي به ضرورت ڪانهي.... دوا وٺي وڃو ۽ طاقت جون ڪجهه دوائون لکي ٿو ڏيان اهي واپرائجو، بس.“ هن سلپ تي دوائون لکي ڏنيون. ٻڏل دل سان آئان آئي مان دوائن جي ڪائونٽر تي آيس ۽ ڏٺم ته اوڏيءَ مهل شڪيلا هڪ نينگر کي انجيڪشن هڻي رهي هئي. مان هڪدم هن وٽ ويس ۽ چيومانس:

”ڊاڪٽر اڄ موڪل ڏيئي ڇڏي .... مان اوهان جو ٿورو مڃڻ آيو آهيان.“

”ٿورو وري ڇا جو؟“

”جلد تندرست ڪرڻ جو.... منهنجو مطلب ته اوهانجي هٿن ۾ شفا آهي تنهن جو ٿورو ٿو مڃيان.“

”اهو ته اسان جو فرض آهي.... بهرحال مونکي خوشي ٿي جو اوهان جلد صحتياب ٿي ويا.“ هن چيو.

”پر مان ايترو جلد صحتياب ٿيڻ نه ٿو چاهيان.... منهنجي ڪا واهر ڪريو!“

هن ڳالهه کي سمجهندي چيو: ”مون چيو هو نه، ته اوهين شاعر يا فلاسافر ٿا لڳو.... اوهان جون ڳالهيون ئي اهڙيون آهن!“

”ملاقات جي اميد ڪريان!“ مون آخري داءُ لڳايو.

هوءَ چپ.

”اينڊرڙ آچر جـي ميٽني شو لاءِ مان ريڪس ۾ بڪنگ ڪرائيندس ۽ آئي ارهان جو انتظار ڪندس.... اوهين اينديون نه؟“

هوءَ خاموش.

آچر ڏـي مون وڏي اتساهه سان سئنيما ۾ سندس انتظار ڪيو، نيٺ هوءَ آئي، کيس ڏسندي ئي منهنجي دل جو بار هلڪو ٿي ويو. اسپتال ۾ هوءَ نرسن واري اڇي ڊريس ۾ هوندي هئي ۽ اڄ کيس مون پهريون ڀيرو رنگين ڪپڙا پاتل ڏٺا، شلوار قميض ۽ ميچ ڪندڙ رئـو. انهن ڪپڙن ۾ هـوءَ وڌيڪ جرڪـي پئي رهي هئي.

پوءِ ته هر هفتي اسان جـي ملاقات ٿيڻ لـڳي، ڪڏهن سئنيما ۾، ڪڏهن ڪنهن عمدي ريسٽورينٽ ۾ ته ڪڏهن ڪلفٽن ۽ ڪڏهن هل پارڪ.

اتفاقي ڪنهن هفتي جيڪڏهن ملاقات نـه ٿـي سگهندي هئي ته دل گهٽي بيچين ٿي ويندي هئي ۽ تيستائين چين نه ايندو هو جيستائين هوءَ مونکي فون تي (آفيس جي) ڪارڻ نـه ٻڌائيندي هئي. مونـکي جيڪڏهن ڪو ضروري ڪم ٿي پوندو هو ته کيس اڳواٽ ٻڌائي ڇڏيندو هوس.

جڏهن به هوءَ مونسان گـڏ هوندي ماڻهن جون نظرون هن ڏانهن ڇڪجي وينديون .... گهايل نظرون،

پريشان نظرون، پياسيون نظرون ۽ هراسيل نظرون!

هڪڙي ڏينهن سمنڊ جي ڪناري چوڪ پارڪ ڏينهن ڏيندي اسان ٻئي ساموندي ويرن جي لاهه چاڙهه کي ڏسي لطف ماڻي رهيا هئاسين ۽ تڏڙي هير بہ ٻئي لڳي، تڏهن هن جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهلي، کيس آڏاريم ۽ چيم: ”ڏورو پاڻيءَ جي اندر ٿا هلون.“

”نہ نہ ڪپڙا آلا ٿي ويندا!“

”گهڻو اڳتي نہ ويندا سون.... وڏ ۾ وڏ گوڏن پر پاڻيءَ تائين.“ مون کيس خاطري ڏني.

سانجهيءَ ڏاڏي ساموندي لهرون تيز ٿي ويندڙيون آهن، سو پاڻيءَ ۾ ڏورڙو اڳتي وڌڻ شرط هن لاءِ پاڻ کي سنڀالڻ مشڪل ٿي پيو ۽ هوءَ ذري گهٽ منهنجي ٻاڪر ۾ هئي. آسمان ۾ بادل گهرا هئا ۽ اهي سمنڊ جي لهرن سان ملي ڄڻ هڪ ٿي ويا ٿي .... هر طرف هلڪي اونڌڪار ڇانيل هئي .... ٻنهي جا ڪپڙا ذري گهٽ پسجي ويا هئا ۽ تيز هوا جي جهونن ۾ ٻئي اونها ساهہ کڻي رهيا هئاسين ....

اسان جي دوستي باوجود هڪ ڳالهہ جي قائم رهندي آئي، جنهن بابت کيس ڄاڻ هئي، يعني تہ مان شادي شده هوس، (جڏهن تہ هوءَ ڪنواري هئي) ۽ گهر گرهستيءَ جي معاملن ۾ ڪافي حد تائين پڪو. ”شادي پنهنجي جاءِ تي ۽ محبت ۽ دوستي پنهنجي جاءِ تي.“ منهنجي ان خيال سان هوءَ متفق هئي.

هڪڙي ڏينهن بيگم صاحبه مونکي نوڪيو ته مان موڪل جي ڏينهن گهر ۾ اڪثر نه ٿو رهان ۽ ذاتي خرچ وڌائي ڇڏيو اٿم. مون ڪي بهانا ۽ عذر پيش ڪيا ۽ سائس واعدو ڪيم ته آئينديءَ ائين گهٽ ٿيندو ۽ کيس هڪ فلم ڏيکارڻ جو به واعدو ڪيم. هوءَ خوش ۽ مطمئن ٿي وڃي ٿي.

هڪڙي ڏينهن شڪيلا پريشان نظر ٿي آئي. ٻڌايائين ته اسپتال جون ٻيون نرسون کيس نوڪين ٿيون ته هن جو هڪ Boy_Friend آهي، ۽ ڊاڪٽر کي اها شڪايت آهي ته هوءَ مقرر وقت تي نه ٿي اچي ۽ ڊيوٽي به ٺيڪ طرح سان نه ٿي ڪري، کيس خبردار ڪيو اٿس ۽ نوڪريءَ کان ڪڍڻ جي ڌمڪي به ڏني اٿس.

وري هڪڙي ڏينهن هن اچي ٻڌايو ته منهس گهر وارا منهس مڱڻي ڪرائڻ جي تيارين ۾ آهن، هڪ رشتو آيو آهي. منهن کي ڦڪي مرڪ آئي مان کيس مبارڪ ڏيان ٿو.

”مان پايان ٿو ته هاڻي اسان جي جدائيءَ جا ڏينهن ويجها اچي پهتا آهن.“ مون چيو.

”ڇو پلا! مڱڻو اسان ٻنهي جي وچ ۾ رڪاوٽ بڻجندو ڇا؟“ هن معصوميت سان پڇيو.

”مڱڻو ته نه.... شادي ضرور رڪاوٽ بڻجندي.“ وراڻيم.

”شاديءَ ۾ ته دير آهي .... انڪل هڪ سال .... پوءِ به ڏٺو ويندو.“ (هڪ دلاسو.... هڪ آسرو)

ڏينهن گذرندي ويرم نه لڳندي آهي، هڪ سال به اچي پورو ٿيو. سندس شاديءَ! کان ٿورڙو اڳ اسان ٻنهي جي وچ ۾ جيڪا ملاقات ٿي سا آخري هئي. هوءَ اهاڳالهه مڃڻ لاءِ تيار ڪانه هئي ته شاديءَ کان پوءِ اسان جو تعلق ختم ٿيڻ گهرجي. مون ڪيس سمجهايو ۽ چيم: ”جيڪڏهن توکي پنهنجو گهر ڏاهڻو آهي، ڍاهڻو ڪونهي ته پوءِ اسان کي پنهنجا تعلقات ختم ڪرڻ گهرجن .... پيو ته محبت دل ۾ هوندي آهي.... ٿون منهنجي دل ۾ هميشه لاءِ سمائجي چڪي آهين .... تنهنجي ياد هميشه قائم رهندي .... ۽ شايد ڪڏهن رستي ويندي هڪ ٻئي کي ڏسي وٺون ۽ اکين اکين ۾ ڪيڪاريون .... شايد اتفاقي ملاقات به ٿي وڃي!“ (هڪ دلاسو.... هڪ آسرو)

موڪلائڻ وقت مون ته گهڻي ضبط جو مظاهرو ڪيو پر هن جي اکين مان ڳوڙها ڳڙي رهيا هئا.

بيگم صاحبه پڇيو: ”گهڻو لهڪارجي ويا آهيو.... طبيعت ته ٺيڪ اٿوَ!“

”هون! نه نه ٺيڪ آهيان .... هرو ڀرو وهم ٿي ڪرين.“ اخبار کڻي مان ٻئي ڪمري ڏانهن ٿو وڃان، وڌيڪ سوالن کان بچڻ جي خاطر.

”اڄڪلهه اوهان اداس ڏسا نظر اچو.... آهي ڪا

خير!" آفيس جي هڪ ساٿيءَ پڇيو.
"مڙئي خير آهي.... اداسي وري ڇانجي!" هو حيرت ۾ مون کي تڪيندو رهيو.
من جڏهن گهڻو وياڪل هوندو آهي ته ڏاهن گوڙ، شور ۽ ڀيڙ کان پري ڪنهن پارڪ جي ڪنڊ وٺي ويهندو آهيان ۽ وڻن جي لڏندڙ لمندڙ ٽارين کي ڏسندو رهندو آهيان ۽ پنهنجي سوچ ۾ گم.
هڪڙي ڀيري هڪ دڪان جي شوڪيس ۾ حسن ۽ پيار جي ديوي وينس جو بت ڏٺم ۽ اکين آڏو ئي ويس ۽ گهڻي دير تائين ان کي نهاريندو رهيس ۽ يادن جا زخم تازا ٿي ويا .... اڻ مٽ يادون .... اڻ مٽ زخم.

# ڪپيل ڏڙ مان وهندڙ رت

هو جڏهن ننڍڙو هو ته پوڙهي ڪيس گود ۾ ورتو هو، ڇو جو هو ننڍپڻ کان ئي يتيم ٿي ويو هو. هن پوڙهي گهڻن ئي ٻارن کي گود ۾ ورتو هو ۽ ڪين پالي نپائي وڏو ڪيو هو. پوڙهي جو چوڻ هو ته جن ٻارن کي هن گود ۾ ورتو، تن جي پيئرن کي به هن گود ۾ ورتو هو ڇو ته اهي به ننڍي هوندي کان يتيم ٿي ويا هئا.

”اسان جا وڏا ڪيئن يتيم ٿي ويا؟“ هڪ يتيم ڪانئس هڪ دفعي پڇيو هو. جواب ڏنو هئائين، ”جاهلن جا ٻار هئا..... اهي جاهل هڪ ٻئي سان پيا وڙهندا هئا، وير وٺندا هئا ۽ مرندا ويندا هئا!“

”پلا اسان ڪيئن يتيم ٿي وياسون؟“ هڪ ٻئي نوجوان ڇوڪري ڪانئس پڇيو هو. وراڻيائين: ”آهي جيڪي اسان جا ويري هئا، ۽ آهي جيڪي اوهان جي وڏن جا ويري هئا، تن سان وڙهندي هو مارجي ويا ۽ جيڪي بچيا، سي لولا لنگڙا يا انڌا ٿي ويا.“ اهڙي موقعي تي هو پنهنجي ڪاڏيءَ تي زخم جو نشان ضرور ڏيکاريندو هو ۽ چوندو هو ته ”جنگ جي دوران هڪ

ويريءَ منهنجي متّان خوني حملو ڪيو هو جنهن جو هي نشان آهي!"

هو پنهنجي صحيح عمر اصل نه ٻڌائيندو هو. هيو پوڙهو، پر سندس صحت ڏسڻ وٽان هئي. سندس ڳڻن کان تازي رت ٽِمي نمندي هئي. منجهس هڪ اهڙي حشمت هئي جيڪا ڪن ڪن ماڻهن ۾ هوندي آهي. هن جا نپايل ٻار، جيڪي هاڻي جوان ٿي چڪا هئا، هن جي گهڻي عزت ڪندا هئا ۽ سندس اڳيان نوڙي هلندا هئا. دنيا انهيءَ پوڙهي جي واڪاڻ مان ڪونه ڍاپندي هئي. ماڻهو هن جي درياهه دلي سخاوت ۽ رحم دليءَ جا ڳيت ڳائيندا هئا.

هن هڪ وڏو عجائب گهر به قائم ڪيو هو جنهن ۾ ڳوڙ ورتل ٻارن جي وڏن جون ڇڏي ويل قيمتي شيون ۽ انهيءَ دور مان واسطو رکندڙ ٻيون شيون رکيون ويون هيون. پري پري کان ماڻهو اچي اهي شيون ڏسندا هئا ۽ پوڙهي جي قدر شناسيءَ جا قائل ٿي ويندا هئا ۽ چوندا هئا ته ورثي جي حفاظت ڪرڻ ڪو انهيءَ پوڙهي کان سکي!

هن کي به ان پوڙهي نپائي وڏو ڪيو هو. هن ڪلجڳ ۾ ڪير ڪنهن کي پڇي؟ پيءُ جي اولاد کي پالڻ ته وڏي ڳالهه هئي، تنهن ڪري هو هن تان گهوريو گهوريو ويندو هو ۽ پوڙهي جي هر حڪم جي تعميل ڪندو هو.

هڪڙي پيري هڪ نوجوان عجائب گهر مان چوري ڪندي پڪڙجي پيو. هن هڪ ڀيرو ڀڄي وڃڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. سندس چوڻ هو ته اها ترار هن جي وڏن جي هئي ڌنهڪري انکي پاڻ وٽ رکڻ ٿي چاهيائين.

هن تي ٻه ڏوھ مڙهيا ويا، هڪ چوريءَ جو ٻيو قتل جو.... پوڙهي هن لاءِ موت جي سزا مقرر ڪئي.
هڪ زير زمين هال ۾ سيني يتيمن کي گڏ ڪيو ويو ۽ ان ڏوهاريءَ کي، جنهن جا هٿ پير ٻڌل هئا، آندو ويو. اڄ سيني جي اڳيان ڪيس سزا ڏيڻ جو پروگرام هو جيئن پيا ٻه عبرت وٺن.

اهو نوجوان، جيڪو پوڙهي تان هميشه گهوريو گهوريو ويندو هو ڌنهن کي حڪم ٿيو ته ساڳيءَ ترار سان ڏوهاريءَ جو سر قلم ڪري. هن حڪم جي پوئيواري ڪندي ترار اپي ڪئي، هڪ لمحي لاءِ سندس هٿ ڏڪيو. هن ائين محسوس ڪيو ڄڻ ته خود پنهنجو سر قلم ڪري رهيو هجي. پر، هڪ اونهو ساهه کڻي، هن وار ڪيو ۽ ڏوهاري نوجوان جو سر ڌڙ کان ڌار ٿي ويو، ۽ ڳاڙهي ڳاڙهي رت ٻٽ تي وهڻ لڳي. پوڙهو پنهنجي جاءِ تان اٿيو ۽ جوش ۽ جنون جي حالت ۾ ڪپيل ڌڙ مان وهندڙ رت کي چٽڻ چوسڻ لڳو. ويٺلن جي دلين تي دهشت طاري ٿي وئي. هو وائڙن وانگر اهو عجيب نظارو ڏسندا رهيا

۾ ڪنبندا رهيا. رت پـي، جڏهن ٻـوڙهي ٻس ڪئي
تڏهن هڪ وڏي اوڳرائي ڏنائين. سندس ڳڃن جـي
جي ڳاڙهاڻ گهري ٿي ويئي هئي، هو جوانن ڪـان
جوان نظر اچڻ لڳو....

اها ماڳي ترار ٻيهر عجائب گهر ۾ رکي ويئي جنهن
تي مري ويل نوجوان جي رت جا نشان هئا ۽ پرسان
وڪيل تختيءَ تي لکيل هو، ”هڪ سورهيه جي رت جا
نشان، جيڪو ويرين سان وڙهندي مارجي ويو!“

# انڌو ڪوئو

ڪتابن کي اڌوهيءَ ۽ ٻين جيتن کان بچائڻ لاءِ مختلف قسمن جا پائوڊر ۽ ٻيون دوائون استعمال ڪيون وينديون آهن، ڪيٽن ۾ پيل ڪتابن جي هيٺان ۽ پاسن کان نم جا پن رکيا ويندا آهن، مون اهي سڀ شيون استعمال ڪيون، تنهن هوندي به ڪڏهن ڪڏهن ايڪڙ ٻيڪڙ ڪتاب اڌوهيءَ جو کاڄ ٿي ويندا هئا، اهو تڏهن جڏهن مهينن جا مهينا ڪتاب ڪيٽن ۾ بند رکيل هوندا هئا ۽ تازي هوا ۽ روشنيءَ کان محروم رهندا هئا. تنهن ڪري هر هفتي موڪل جي ڏينهن ڪتابن جي چڪاس ڪرڻ پنهنجو نيم ٺاهي ڇڏيم. هڪ هڪ ڪتاب کي کولي ڏسندس، ورقن کي اٿلائي انهن جي وڇين ۾ ڏسندس، جيڪڏهن ڪو چرندڙ پرندڙ جيت نظر ايندو ته پوءِ اهو ڪتاب ٻاهر ڪڍي ڪجهه وقت اس ۾ رکندس، پوءِ ان کي چنبڙي ڦوڪي وري ڪيٽ ۾ رکندس. ائين ڪرڻ سان منهنجا ڪتاب هر بلا کان محفوظ رهندا آيا.

منهنجا ڪتاب ئي منهنجي ملڪيت آهن، اڪيلائيپ ۾ منهنجا ماڻاري، مونجهارن کي دور ڪرڻ وارا رهبر،

تنهن ڪري مان انهن کي ڏاڍو پيائيندو آهيان، سندن گهڻو خيال رکندو آهيان. پڙهن گهرن ۾ اوهان کي ڊيڪوريشن لاءِ شو ڪيس نظر ايندا جن ۾ طرح طرح جون قيمتي شيون رکيل هونديون، پر مان وٽ .... رڳو ڪتاب. وقت گذرڻ سان گڏ ڪتابن جو تعداد به وڌندو ويو، ايتري قدر جو منهنجا پنهنجي ڪيٽ پرجي ويا ۽ پيا ڪتاب ميز تي، ڪرسين تي، درين جي چوڪٺن تي رکيل هوندا، تنهن کان سواءِ رسالن جا انبار. پوءِ ته ڪمري ۾ چڙو رسالا هئا يا ڪتاب، سواءِ ڪنڊ ۾ پيل خالي کٽ جي. پر مونکي ڪا گهٽتي ڪانه هئي جو ته ڪتابن کي درين مان تازي هوا ملي رهي هئي ۽ روشن دانن مان روشني.

هڪ سانجهيءَ مهل جيئن مان کٽ تي ليٽي ڪري مزي سان هڪ ڪتاب پڙهي رهيو هوس، جو اوچتو ڪتابن جي ڍڳ منجهان چرچر جو آواز اچڻ لڳو ۽ منهنجي هانو کي جهٽڪو آيو ۽ منهنجو سڄو ڌيان هن پاسي ٿي ويو. ساڳي ئي وقت مون چوگرد ڦهليل هڪ گندي باس محسوس ڪئي. مان پنهنجي جاءِ تان اٿيس ۽ ڍير رکيل ڪتابن کي جاچڻ لڳس. ڪارا ڪارا ليڏڙا ڪتابن تي ۽ پٽ تي پيل هئا، ڪي سڪل ته ڪي تازا. چوگرد ڦهليل باس انهن ليڏڙن مان ئي اچي رهي هئي. منهنجي لاءِ عجب جي ڳالهه ته اها هئي جو اها باس مونکي ان وقت محسوس ٿيڻ لڳي

جڏهن چر چر جو آواز ڪنن تي پيو، ان ڪان اڳ ۾ نه! اهو آواز ڪڏهن تڪو تـه ڪڏهن گهگهو ٿي ويندو هو، ڄڻ ته ڪو ڪنهن شيءِ کي ڪتري رهيو هجي! مون ڪتابن جي هڪ ڍڳ کي ٺوڪر هڻين، اهو ڊهي پيو ۽ انهن ڪتابن منجهان به ٻه ٽي ڪوئا ست ڏيئي ٻاهر نڪتا، پر پوءِ وڃي ٻين ڪتابن ۾ لڪيا. مون ڪتابن کي مٿي ڪري ڏٺو ته اهي ڪن ڪن هنڌن کان ڪتريل هئا، پر اهي مٿان وارا ڪتاب هئا، هيٺ وارن ڪتابن جو ڪهڙو حشر ٿيو آهي اهو ڄاڻڻ لاءِ هڪ هڪ ڪتاب کي ڇڪاسڻو هو، جنهن لاءِ گهڻو وقت گهربل هو، سو مون اهو ڪم موڪل جي ڏينهن تي رکيو ۽ ڀوريءَ دل سان ٻاهر وڃي کٽ تي ليٽيس ۽ ڪتاب کڻي پڙهڻ لڳس.

موڪل وارو ڏينهن اچڻ ۾ پري هو، ڪوئن جي چر چر ڏينهن رات جاري هئي ۽ بدبو وڌندي پئي ويئي، تنهن ڪري بازار مان ڪوئامار گوريون وٺي آيم ۽ کين اٽي ۾ ملائي، انهن جون ٽڪيون ٺاهي، ڪمري جي چئني پاسن ۾ رکي ڇڏيم.

نيٺ موڪل وارو ڏينهن به آيو، ڪمري مان سڀ ڪتاب ۽ رسالا ڪڍي، گهر جي اڱڻ ۾ آڻي رکيم. ڪتابن جي ڦولڻ جي دوران گهڻائي ڪوئا مئل نظر آيا جن کي ڇمڻي سان ڪڍي ٻاهر اڇلائي ڇڏيم. پوءِ ڪتابن ۽ رسالن کي جاچڻ ۽ ڇنڊڻ ڦوڪڻ ۾ لڳي

ويس. ڪوٺن گهڻن ئي ڪتابن ۽ رسالن ڪي ڪتري ناس ڪري ڇڏيو هو، ٿن کي الڳ ڪري باقي ڪتاب ۽ رسالا ٻيهر ڪمري ۾ آڻي رکيم. هاڻ ڪتابن کي ڪمري ۾ رکڻ کان اڳ ۾ ڪمري جي اندر ٻهاري ڏياري ۽ فرش ڌوئاري ڇڏيم. ڪمري جي صفائي بس تمام گهڻي وقت کان پوءِ ٿي هئي ۽ هاڻي ڪمري ۾ نه ڏپ هئي نه چرچر جو آواز.

پڙهڻ لکڻ جو ڪم هاڻي اطمينان سان ٿيڻ لڳو. ڏينهن گذرڻ سان گڏ وري ڪتابن ۽ رسالن ۾ اضافو ٿيڻ لڳو ۽ اڳي وانگر وري ڪمري جي اندر ڪتابن ۽ رسالن جا ڍڳ نظر اچڻ لڳا. ڪمري جي اندر ڪا اهڙي خالي جاءِ نه هئي جتي ڪتاب ۽ رسالا رکيل نه هجن. ڪتابن کي ڪوٺن کان بچائڻ لاءِ مون ڪوئلي سار گوريون ٻيهر ڪمري جي ڇڄي ڪتابن ۾ رکي ڇڏيون هيون. سوچيم ته جيئن ئي مئل ڪوٺن جي ڏپ ايندي تيئن ئي ڪتاب ٻاهر ڪڍي، ڪمري جي صفائي ڪرائي ڇڏيندس.

مان رات جو دير تائين پڙهڻ لکڻ جو ڪم پورو ڪري، پوءِ ڪمرو بند ڪري ٻئي ڪمري ۾ وڃي گهر جي ڀاتين سان گڏ سمهندو هوس. هڪڙي ڏينهن ڏٺم ته ڪتابن واري ڪمري جي اندر ڇڄي پاسي ڪارا ڪارا ليندڙا پيا آهن، ڪيئي ليندڙا ڪتابن کي به چنبڙيل هئا. مونکي حيرت اها ٿي ته ڪوئا اوچتو

وري ڪٿان ڪان آيا! جڏهن ته رات جو مان ڪمرو هميشه بند ڪري ڇڏيندو هوس! ٻيو سگهي ٿو ته ڏينهن جو يا سانجهيءَ جو در کليل ڏسي ڪهڙي آيا هجن!' سوچيم، پر چرچر جو آواز به ته ٻڌڻ ۾ نه ٿو اچي! ٺيڪ آ ....ڳوريون ته ڪمري ۾ رکي ڇڏيون اٿم، انهي ۾ ملايل اهي ڳوريون کائي ڪوئا ضرور مرندا ۽ جڏهن ٽپ ڪندا ته ڏهن ٻاهر ڦٿو ڪري ڇڏيندو سان.'

پر ڏينهن گذرندا ويا، لينڊڙن ۾ واڌارو ايندو ويو ۽ انهن جي ٽپ به وڌندي وئي، پر آها خاص ٽپ جيڪا ڪنهن مئل شيءِ مان ايندي آهي سا ڪانه آئي ۽ نه ڪو منهنجي موجودگيءَ ۾ ڪو چرچر جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو هو، جيتوڻيڪ گهڻائي ڪتاب ۽ رسالا ڪتريل نظر ايندا هئا. مون ٻيون ڪوئامار ڳوريون آڻي ڪمري جي اندر چوڌاري رکي ڇڏيون ۽ وڌيڪ بچاءُ خاطر ڏينهن رات ڪمري جو در بند رکندو هيم.

پر وريو ڪجهه ڪونه. ڏينهون ڏينهن ڪتاب ۽ رسالا اڳي کان وڌيڪ زيان ٿيندا پئي ويا، لينڊڙن جي ٽپ وڌندي پئي وئي. اهڙي صورت حال ۾ پاڻ کي لاچار ۽ بي وس محسوس ڪيم. ڪمري ۾ جڏهن هوندو هوس ته ڪتابن منجهان ڪو آواز ٻڌڻ ۾ ڪونه ايندو هو. "اها وري ڪهڙي بلا آهي جو در دريون بند هوندي به اچي ٿي ۽ بنا ڪنهن کٽڪي ڪرڻ

جي نقصان ڪري هلي وڃي ٿي!" سوچيم.

هڪڙي دفعي اڌ رات جو جڏهن سڀ ٻيئي وماسيل هيون، آءٌ هڪ ڏنڊو کڻي ڪتابن واري ڪمري جي بند دروازي جي ٻاهران بيهي، ڪن ڏيئي اندر جي حال کي معلوم ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳس. ٿورو وقت گذريو جو اندران ڪان چرڙاٽ پڌڻ ۾ آيا ۽ وچ وچ ۾ ائين پئي معلوم ٿيو ته ڪو ڏند ڪرٽي رهيو هجي! در فقط ڀيڪڙيل هو، سو تمام خبرداريءَ سان در جو هڪ ڪاڪ کوليو، اندر گهڙي ٻتي ٻاريم. پڪ ڄاتم ته دشمن هاڻي سوگهو آهي. منهنجي اندر گهڙڻ سان چرچر ۽ ڏندن ڪرٽڻ جو آواز هڪدم بند ٿي ويو. ڪاوڙ ۽ جوش ۾ ڏنڊي کي چوطرف ڦيرائي، سان ٻروا آواز ڪيڻ لڳس جيئن اڪيل بلا ظاهر ٿي پوي. ڪتابن جي ڍڳن مٿان ٻه مون ڏٺا هنيا، ايتري ۾ ڏسان ته هڪ ٿلهو متارو اندو ڪوئو ڪتابن جي وڏين سان گڏجي ٻاهر ڪڍي ڦوٽاريل اکين سان سون ڏي نهاري رهيو آهي. وڏن ڪنن ۽ ڊگهين ميڇن وارو اهو بڇڙو جانور، جيڪو ڏينهن جي روشنيءَ ۾ انڌو ٿي ويندو آهي ۽ اونداهيءَ رات جو شڪار تي نڪرندو آهي، مون کي گهوري رهيو هو. سندس منهن کي چتائي ڏسندي محسوس ڪيم ته هو منهنجي اوچتي اندر اچڻ ۽ ٻتيءَ جي روشنيءَ جي ڪري ڪجهه هراسجي ويو هو. نشانو ڀچائي مون هن جي مٿان ڏنڊو

وهائي ڪيڏيو، پر افسوس جو نشانو خطا ويو ۽ هو ڪتابن جي اندر وڃي لڪو. پوءِ ته جتي آيو تي آتي ڏنڊو وهائي ڏي ڪيڏيم، جيستائين ڏڪجي نه پيس. ڪتاب ۽ رسالا جيڪي اڳ ۾ ئي بي ترتيب رکيل هئا، وڌيڪ هيڏانهن هوڏانهن وکرجي پيا.

مان ساڻو ٿي کٽ تي ليٽي پيس ۽ جاڳندي رات گذاريم، ۽ سڄو وقت انڌي ڪوئي بابت سوچيندو رهيس: ”ڪٿان ڪان آيو! ڇا فرش کي يا ڪنهن پٽ جي ڪنڊ پاسي کي ڪو سوراخ آهي جتان ڪان اچي ٿو، يا ڇت ۾ ڪو ڏنگ آهي جنهن مان اچي ٿو ۽ زيان ڪري هليو وڃي ٿو!“

سو ٻئي ڏينهن وري سڀ ڪتاب ٻاهر ڪڍي، سڄي ڪمري جي چڪاس ڪيم. پٽين جي ڪنڊن پاسن کي جاچيم، ڏاڪڻ تي چڙهي ڇت جي چئني طرفن کي جاچيم، پر مونکي ڪٿان ڪان به اهڙو ڪو ڏنگ نظر ڪونه آيو جنهن مان اهو انڌو ڪوئو اچي وڃي سگهي.

هڪڙي دوست ٻڌايو ته ڪوئا وڏا بازيگر ٿيندا آهن، آهي درن ۽ درين جي ننڍين وٿين مان به اچي وڃي سگهن ٿا، تنهن کان سواءِ ڪوئن جا اهڙا ٻچا پر هوندا آهن جن کي عام رواجي اک ڏسي ڪانه سگهندي آهي.

ڪنهيل سورن آپائن جي باوجود منهنجي ڪتابن جو زيان ٿيندو رهيو؛ ٿلهي متاري انڌي ڪوئي سان

گڏ ٻيڻڊڙن کوڻن ۽ ٻيهر ڏم ڇپائي ڏني. هاڻي ته
گورين جو اثر ٻينڊڙن کوڻن تي به نه ٿو ٿئي. ٻچڙو
اچي رکنم ۽ ٻيا ڪرڙڪا ٿاهيم، پر مجال آ جو ڪو
ڪرئو ڪنهن ڪرڙڪي ۾ اچي ڦاسي. انڌي ڪوئي
ته ڪتابن جا لاهه ڪڍي ڇڏيا.

سهڻن ۽ قيمتي ڪتابن جو ان نموني ۾ زيان
ٿيندو ڏسي اندر ۾ ويڙ پوندا اٿم. هڪڙي دفعي انڌي
ڪوئي کي منهنجو پادر ٺيڪ وڃي لڳو، پر هو ڏڪ
پچائي ڪتابن ۾ وڃي لڪو ۽ سڄي رات چرڙاٽ ڪندو
۽ ڏند ڪرٽيندو رهيو.

ڪتابن جو اهڙو شوق اٿم جيڪو ختم ٿي نه
ٿو ٿئي، هڪڙا زيان ٿا ٿين ته انهن جي جاءِ ٻيا ٿا
والارين. خبر ناهي ته اهو سلسلو ڪيستائين جاري
رهندو! بهرحال هاڻي مون پڙهڻ جي رفتار تيز کان
تيز تر ڪري ڇڏي آهي. آهو ڪتاب جيڪو نئون
نڪور هجي ۽ اڳ ۾ پڙهيل به نه هجي تنهنجي زيان
جو وڌيڪ ڏک ٿيندو اٿم بنسبت پراڻي ۽ پڙهي
ڇڏيل ڪتاب جي.

# زندگيءَ جو وهڪرو

اها سڙڪ اٽڪل پنج ميل ڊگهي ٿيندي، انهيءَ جو اڳيون اڌ حصو سٺو آهي، پر پوئين اڌ جي حالت ڏاڍي خراب. جيڪو سٺو حصو آهي انهيءَ تي اوچيون بلڊنگون ۽ بنگلا ۽ خراب حصي ۾ جهوپڙيون، ڪڏهن ڪوپا ۽ اوندهه — مان صحافي آهيان سو واءُ لهڻ لاءِ ٻنهي طرفن جو جائزو اڪثر وٺندو رهندو آهيان. اکين ٺارڻ لاءِ بنگلن ۽ محلن وارو حصو سٺو آهي، پر گهڻو ڪري دلچسپ ۽ مزيدار خبرون ٻئي پاسي وڌيڪ ملنديون آهن.

'سبحان الله هوٽل' جي ٻيري کي هڪ 'آڌي' چانهه جو آرڊر ڏيئي، مزي سان هوٽل جي بينچ تي ويهي رهان ٿو — منهنجي سامهون چاچو ابراهيم ويٺو آهي. چاچي ابراهيم جي فرمائش تي خورشيد بيگم جو ڳايل 'چاند سے پريت لگائے' وارو رڪارڊ وڄي رهيو آهي — چاچو ابراهيم ٿڌا ساهه کڻي رهيو آهي. هو روز صبح جو پنهنجي پسند جا گانا ٻڌڻ لاءِ 'سبحان الله هوٽل' ۾ ايندو آهي. هنجي فرمائش هميشه پراڻن گانن جي هوندي آهي. سهگل، خورشيد بيگم، جيوٽي ۽ ماسٽر

چندر جا گانا ڏاڍا پسند اٿس .... اهي گانا ٻڌي کيس پنهنجي جواني ياد ايندي آهي، هاڻي پوڙهو ٿي ويو آهي. هن ٿڌڙو ساهه ڀريندي چيو: ”هاءِ هاءِ، ڪهڙو نه وقت هو. هاءِ نسيم بانو، منهنجي دل جي راڻي.“

هو فلم ائڪٽريس نسيم بانو جو چاهيندڙ هو. ۽ نسيم بانوءَ جي فلمن ڪي بار بار ڏسندو هو ۽ اهو پنجويهه سال اڳ جو زمانو هو، هينئر تہ چاچي ابراهيم جي نظر بہ ڪمزور ٿي ويئي آهي ۽ نسيم بانو جون فلمون بہ وقت جي لهر ۾ لڙهي ويون آهن. خورشيد بيگم جو گانو ختم ٿيو، تہ چاچي وري سهگل جي فلم شاهجهان جي گاني ’هاءِ هاءِ يہ ظالم زمانہ‘ جي فرمائش ڪئي، انهيءَ وچ ۾ ڇوڪرن جو هڪ ٽولو هوٽل جي اندر گهڙي آيو، هنن مان هڪڙي رڙ ڪندي چيو، ”سڻ وے بلوري اک واليا وارو رڪارڊ وڄاءِ.... گسيل رڪارڊ ٻڌي ٻڌي مٿي ۾ سور پئجي ويو آهي.“ هوٽل وارو سهگل جو رڪارڊ اڌ ۾ بند ڪري ’سڻ وے بلوري اک واليا‘ وڄائڻ شروع ٿو ڪري. چاچو ابراهيم چانهه جا تڪڙا تڪڙا ڍڪ ڀري اٿي هليو ٿو وڃي .... ’هاءِ هاءِ يہ ظالم زمانہ.‘

مان خبر حاصل ڪرڻ لاءِ ٻاهر نڪران ٿو، هوٽل جي ٻاهران، پاسي ۾ ڏٺو وڃائي نجومين جو سردار ’پروفيسر ايم- آر- ڦڦناڪا‘ ويٺو آهي، ڀڃي تي عام نجوم جا ڪتاب، پارا، سڳا ۽ تعويذ رکيل آهن، سندس

شماخنتي ٽڪريءَ تي هڪ انساني کوپري ۽ ڪراس جي نموني ۾ ٻن پاڻهن جا هڏيل ٺهيل آهن ۽ لکيل آهي جادو اهو جيڪو سر تي چڙهي ڳالهائي، پريشانين کان نجات حاصل ڪريو. محبوب اوهان جي قدمن ۾. آزمايو جنن ڀوتن جي سردار، عالمي شهرت يافته پروفيسر ايم- آر- ڦلاڪا کي، مان بيهي تماشو ڏسان ٿو، هڪ نوجوان پنهنجي محبت جي ناڪاميءَ جو داستان پروفيسر کي ٻڌائي رهيو آهي. پروفيسر ڊارا هلائي، ڪتاب ڇڪاسي کيس هڪ تعويذ ڏاهي ڏئي ٿو، نوجوان سوا رپيو ٿماڻيءَ جو ڏيس ٿو. پروفيسر مونکي سڃاڻي، مونکي اک ڏئو هڻي ۽ مان مشڪندو اڳتي وڌان ٿو.... خبر جي تلاش ۾.

رستي جي هڪ ڪنڊ ۾ جوا جي ٽڪري هلي رهي آهي، علائقي جو "دادا" عدو نالي اڳاڙي رهيو آهي، پاڻلين، آڏين، ريڻ جي ڏي وٽ ٿي رهي آهي، عدو هر ڪنڊڙ کي پنهيءَ تي ٺپڪي هڻي شاباش ڏيو ڏئي ۽ سندس همت ڏو وڌائي ته جيئن هو وڌيڪ داءُ لڳائي ۽ کيس وڌيڪ نال ملي. هنجا زوردار ٺهڪ ڇڪي ٻلي کي ڏڪائي ٿا ڇڏين. پوليس ماڻس مليل آهي، تنهنڪري هو بي پرواهه آهي. چرس جا سوٽا به هلي رهيا آهن. قاتل ڪپڙن ۾ نڊيا ٻار وڏن کي راند ڪندي ڏسي رهيا آهن، شايد هڪڙي ڏينهن هو هنن جي جاءِ والاريندا. پر جوئاري ڪنهن ڳالهه تي پاڻ ۾ گارين

گندين پنهنجي ويا آهن، ”تنهنجي .... تنهنجي ....“ ڳچين ۾ هٿ پنهنجي ويا آهن، مان هڪدم نوٽ بڪ کڻان ٿو، شايد ڪا خبر نهي پوي. پر عدو وچ ۾ پنهجي ٿو وڃي. پنهي کي ٽڪ بجو ڪري ٿو، ۽ جهيڙو ٽري ٿو وڃي. مان مايوس ٿي آڏان ڪان اڳتي وڌان ٿو.

ٿورو اڳتي وري هڪ پيو ميڙ نظر اچي رهيو آهي، هڪ خانه بدوش پٺاڻ طاقت جون دوائون ۽ جڙي ٻوٽيون وڪڻي رهيو آهي ۽ پنهنجي فصيح بليغ بازاري زبان ۾ ماڻهن کي هرڪائي رهيو آهي، فحش نموني جا جملا استعمال ڪري رهيو آهي، وانهڙو مزي مان هن جون ڳالهيون ٻڌي رهيا آهن. ”بچه لوگ بهاگ جاؤ....“ پهر پار ڪاٽي ڏسا وڃن. ”سلاجيت، اصلي سلاجيت .... ٿن ٿن.“

اڄ خبر نه ٿهندي. مان اونداهو پاسو ڇڏي، روشن پاسي ڏانهن وڃڻ جو ارادو ڪري رهيو آهيان. پري ڏسان ٿو ته ويران پارڪ وٽ ماڻهن جو هڪ هجوم آهي، ’ڪا ڳالهه ضرور ٿي آهي....‘ مان اهو سوچي انهيءَ هنڌ ڏانهن ٿو وڃان.

”ڇا معاملو آهي؟“ مان هڪڙي ماڻهوءَ کان ٿو پڇان.

”مستانيءَ، حرامي ٻار ڄڻيو آهي .... توبهه منهنجي الله، توبهه.“ هو پنهنجي نڪ کي آگر مان مهٽي ٿو.

ڏٺم ته واقعي مائي مستاني پٽ تي ليٽي پيئي آهي ۽ پنهنجي ننڍن چايل ٻار کي هٿڙا ڦيري رهي آهي.

چري مائي، جنهن جو ڪو ڏٺي سائين ڪوله
هو، هر وقت ويران پارڪ جي هڪ ڪنڊ ۾ ويٺي
هوندي هئي، پاڙي وارا سندس خاص خيال ڪندا هئا
۽ ماني به وقت تي ڪيس ڏيندا هئا، چاڪاڻ ته هو
سمجهندا هئا ته مستانيءَ کي خوش رکڻ سان هرڪا
مصيبت ٽري ويندي. هن مستانيءَ ڪنهن نامعلوم هنڌ
کان اچي هتي ديرو ڄمايو هو. گهڻو ڪري اڪ اگهاڙي
رهندي هئي، ڪنهن کي تنگ نه ڪندي هئي، پر
جڏهن پاڙي جا ٻار ستائيندا هئس، تڏهن ڪچيون گاريون
ڏيڻ شروع ڪندي هئي، يا ٻارن جي پٺيان ڊڪون
پائيندي هئي.

”مستانيءَ سان منهن ڪارو ڪنهن ڪيو؟.... مستانيءَ
سان منهن ڪارو ڪنهن ڪيو؟“ هر ڪنهن جي واتان
اهو سوال ٿي نڪتو.

’دلچسپ خبر ٿي سگهي ٿي، پر هن سان منهن
ڪارو ڪندڙ شخص ظاهر ٿيڻ کپي.‘ مون سوچيو.

”ڪنهن ويجهي رهندڙ ماڻهوءَ جو ئي اهو ڪم
هوندو.“ ڪنهن چيو.

”ويجهو ڪير ٿو رهي.... ويجهو ڪير ٿو رهي؟“
معلوم ٿيو ته ويران پارڪ جي ويجهو ملنگ بابا
ٿو رهي، جيڪو خيراتي ماني کائيندو هو، چڙو چانڊ هو
۽ عمر پنجاه پنجونجاه سال هيس.

”ملنگ بابا نيڪ ۽ پرهيزگار شخص آهي. هو
اهڙو شيطاني ڪم نٿو ڪري سگهي.“ هڪڙي چيو

ڪاوڙندي چيو.

”هائو، اهو ڪم ڪنهن شيطان جو هوندو.“
ٻي ماڻهوءَ چيو.

”مارا! اڄڪله جا ماڻهو مستانين کي به نه ٿا
ڇڏين!“ هڪ اڪ واري ماڻهوءَ چيو.

تڏهن به ڪ ڪرڻ لاءِ ملنگ بابا جي ڳرلا
ڪئي ويئي، پر هو غير معمولي طور تي پنهنجي ٺڪاڻي
تي ڪونه هو. پورو هڪ ڪلاڪ گذري ويو، پر ڪو
پتو نه پيو. مان جڪب ڪائيندو روشن ٻاسي ڏانهن
ٿو وڃان.

روشن ٻاسي ۾ چهل پهل لڳي پيئي آهي، موٽرون
پيون اچن وڃن، ماڻهو ڏاڍا خوش بهاو لڳي رهيا آهن.
اکين ٺارڻ لاءِ گهڻو ڪجهه آهي. هڪ وڏي بئنڪ
جي ٻاهران سيٺ دائود ڀائي ملي ٿو وڃي. سيٺ
دائود ڀائي وڏو سرمائيدار آهي، پر لڳندو ڪنهن فرم
جو منشي آهي، پينٽ ڪان قميص ٻاهر نڪتل هوندي
اٿس، پيرن ۾ اسپنج جو چپل ۽ وات ۾ پڙي. سيٺ
دائود ڀائي ڪار به نٿو رکي، چاڪاڻ ته ايڪسيلينٽ
جو خطرو اٿس. بئنڪ ۾ سندس وڏو اڪائونٽ آهي
۽ روز بئنڪ ۾ پنهنجي سيونگ اڪائونٽ تي وڌندڙ
وياج معلوم ڪرڻ لاءِ ايندو آهي. ’سيٺ دائود ڀائيءَ
ڪان واپاري سماچار معلوم ٿي ويندو.‘ سوچيم.

”دائود ڀائي، مارڪيٽ جو ڪهڙو حال آهي؟“
ڪانئس پڇيم.

"ڏاڍو ڪراب حال آهي پائي. ڪٿرو ھڏايان، ريٽ صفا ڪري پيا آهن. ڪالهه جي ڳالهه آهي، سيٺ عثمان جو صفا ڏيوالو نڪري ويو. پنهنجو ته هارٽ فيل ٿئي پيو." هن دل تي هٿ رکيو.

هو هميشه مارڪيٽ جو حال خراب ٻڌائيندو آهي ۽ ڏيوالي جي ڳالهه ڪندو آهي. مان ڪيس آٽت ٿو ڏيان، هو موڪلائي بئنڪ جي اندر وڃي ٿو.

سامهون دڪان ۾ جنرل اسٽور ويڪائو مال مان مٿيا پيا آهن ۽ شو ڪيسن ۾ سهڻيون شيون نماءَ لاءِ رکيل آهن. بيگمات زرق برق ساڙهين، غرارن ۽ تجلا ڏيو، شاپنگ پيون ڪن ۽ هئنڊبئگس مان ساوا ڳاڙها نوٽ نڪرن پيا. هن پاسي فقيرن کي پنڻ لاءِ پابندي وڌل آهي، تڏهن هرندي به قاڻل ڪپڙن ۾ ننڍا پار هٿن ۾ پينسلون يا اگر بتيون وڪڻڻ جي بهاني ڪنهيو، بيڪ گهري رهيا آهن، چتن اگهل برقعن ۾ ڪي عورتون به پني رهيون آهن. مان اڳتي وڌان ٿو، تمام اڳتي، جتي وڏي ڪورٽ آهي. اڃا تائين ڪا خبر حاصل نه ٿي آهي، ڪا خاص خبر هٿ ڪرڻ ضروري آهي.

وڏيءَ ڪورٽ جي اندر ٻاهر ماڻهن جا انبوه آهن. وڪيلن، اصيلن، منشين جي اچ وڃ لڳي پيئي آهي، جڏ ته ڪنهن ڪاليج اليڪشن جي ڪنويسنگ هلندڙ هجي، بيان لکيا پيا وڃن، شاهدن کي پڪو ڪيو پيو وڃي، وڏي واڪي جوابدارن کي سڏيو پيو وڃي.

گهڻن ڏوهارين کي هٿ ڪڙيون لڳل آهن، ۽ آهي پوليس جي نظرداريءَ ۾ آهن. اڪثريت ڳوٺاڻن جي آهي، جيڪي مسڪين صورت بڻايو بيٺا آهن. 'پوءِ ڏوهه ڇو ٿا ڪن!' مان سوچيان ٿو، 'غربت .... جهالت.' مان ڪو فيصلو ڪري نه ٿو سگهان.

"ڏيٺا اٿو ته پئسا پورا ڏيو، اسانجو صاحب ڪو حالو چالو وڪيل ڪونهي، جو بيگر ۾ وهي." منشي علي محمد، جيڪو منهنجو واقفڪار آهي، سو هڪڙي ڳوٺاڻي سان ڏنڊي ۾ لڳل آهي.

"ڇا هي علي محمد؟" مان ڪانئس پڇان ٿو.

"عجيب ڇٽن سان واسطو پيو آهي، خون جو ڪيس آهي، هڪ هزار رپيا اڄ ڏيڻ جو واعدو ڪيو هئائون ۽ آندا اٿن پنج سو رپيا. توهان کي ته اسان جي صاحب جي خبر آهي، پئسا سڀ اڳڀرائي وٺي، پوءِ ڪٿن هر ڪنهن جا ڀاڳ."

مان هرويرو سندس 'ها' ۾ 'ها' ٿو ملايان، ڳوٺاڻو ڪيس ايلاز منٿون ڪرڻ ٿو لڳي، "سائين هي پئسا وٺو، سياڻي تائين بيا پئسا به ڪري ڏيندا سين، اسان غريبن تي رحم ڪريو."

"هون، غريب آهيو. خون پيا ڪندا وتو، غريب آهيو. مفت ۾ ته پير به ــ خير جي دعا ڪونه ڪندو آهي. ڇگو يلا، سياڻي ٽائين جيڪڏهن سمورا پئسا نه ڪري ڏنا اٿو، ته پوءِ پيو وڪيل ڪجو."

"سائين، اڄ توهان مهرباني ڪري ڪيس کي

منهن ڏيو، سڀاڻي ڳالهه الله ڪندو ته سڀ پئسا ڏي
ويندا.“ ڳوٺاڻو ٽوڙي سندس پيرن ۾ هٿ وڪي ٽو.
منشي علي محمد منهن ٻيڙو ڪڙي پنج سو روپيا پنهنجي
کيسي ۾ ٽو وجهي.

”ڪهڙو ڪيس آهي؟“ ڪائنس پڇيم.

”نيٺ ته صحافي آهين.“ هن ڪلي چيو، ”هو
پريان هٿڪڙين ۾ پوڙهي ماڻهوءَ کي ڏسين ٿو، جيڪو
پوليس جي گهيري ۾ بيٺل آهي.“

”هائو.“

”انهيءَ خون ڪيو آهي.... پنهنجي جوان ڌيءَ
جو، جيڪا ڪنواري هئي .... ڪمبخت هاڻي پنهنجو
دماغ وڃائي ويٺو آهي.“

پوءِ منشي علي محمد ڪشنئين ۾ ويهاري، مونکي
انهيءَ ڪيس جي روداد ٻڌائي:

اهو پوڙهو پنهنجي اڪيلي ڪنواري ڌيءَ سان گڏ
پنهنجي ڳوٺڙي ۾ رهندو هو، ۽ ٽر جي وڏي زميندار
جي ڪڙمت ڪندو هو، جيڪو هن جي راڄ جو
سردار به هو. هڪڙي ڏينهن ٽپهريءَ جي وقت زميندار
پنهنجي هڪ خدمتگار سان گڏ پوڙهي جي گهر وٽ
اچي بيٺو ۽ ڪيس سڏيائون. پوڙهو ٻاهر اچي ڪين مليو،
زميندار ڪيس ڪنهن ڪم سانگي ڪوهه ڏيڍ پري
وڃڻ لاءِ چيو. منهه جي ٻاهران وڻ جي ڇانو ۾ کٽ
تي رلهي وڇائي، زميندار کي ويهاري پوڙهو پاڻ زميندار
جي ڪم سانگي هليو ويو. اچا هن ڏيڍ ميل کن پنڌ

مس ڪيو، تہ ڪيس ڪجھہ ياد ٿو اچي ۽ اڳتي وڌي
ٻدران پڻتي پير ڪيائين. واپس اچي ڏسي تہ زميندار
غائب آهي ۽ سندس ڌيءَ اندر ڪٽ تي اونڌي ليٽيل
آهي ۽ زارو زار روئي رهي آهي، وار کليل اٿس،
ڪپڙا هيتان هُتان ڦاٽل .... پوڙهي اوڏيءَ مهل ڏسي
سٽ ڏيئي کهاڙي کڻئين ۽ ڌيءَ ڏسي وار ڪري،
سندس مٿي ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏي. زميندار جو تہ
ڪجھہ بہ بگاڙي ڪري نہ سگھيو، پر هيئنر پنهنجو دماغ
وڃائي ويٺو آهي. هنجا مائٽ سندس ڌيءَ جي شاديءَ
جا زيور وڪڻي هنجي بچاءُ لاءِ ڪوشش ڪري رهيا آهن.

مان منشي علي محمد کان موڪلائي پويان پير ڪريان
ٿو. ڪشادي چمڪندڙ سڙڪ، پر شڪوه عمارتن،
سينگاريل دڪانن کي پوئتي ڇڏيندو وڃان ٿو.

'سبحان الله هوٽل' ۾ رڪارڊ ڳڻجي رهي آهي.
چاچو ابراهيم بينچ تي ويٺل آهي ۽ شيشي جي گلاس
۾ مزي سان چانھہ پي رهيو آهي ۽ مٿو بہ ڌوڻي
رهيو آهي، ڪا سنڌي ڪافي آهي ماسٽر چندر جي.
اوچتو وچ ۾ ئي رڪارڊ بند ٿي وڃي ٿو، چاچو ابراهيم
جيڪو پنهنجي يادن جي دنيا ۾ گم آهي، ڇرڪ ڀري
ٿو ۽ گلاس سندس هٿن مان ڇڏائجي ٿو وڃي. پٽ
تي ڪري گلاس ٽڪرا ٽڪرا ٿي ٿو وڃي، گرم چانھہ
جا ڇنڊا موٽڪي بہ لڳن ٿا. نئين ٽهيءَ جي فرمائش
تي هوٽل وارو هڪ نئون فلمي رڪارڊ 'هائي ميئون
ڪي هوگيا' وڄائي ٿو.

ممتاز مهر جون ڪهاڻيون، سنڌس شخصيت وانگر،
مائيٽيون، سنت ئي انت نه ڏيندڙ پر گهرائيءَ ۾ وڃڻ واري
انهن ڪهاڻين ۾، زندگيءَ جي چرپر، احساس جي لوچ ۽
ڪهاڻيءَ جو انت پسجي ٿو.

چاچي ابراهيم جا يادگيرن جي واچوڙن ۾ ڦاٿل ٿڪ
ساهه، عدوءَ جي نال اگهاڙي، مائي مستاني ۽ سنڌس حرامي ٻار
دائود ڀائيءَ جي واپاري ذهنيت، علي محمد منشيءَ جون اصيلن
کي ڦاسائڻ لاءِ اٽڪلون، زندگيءَ جــي وهڪري جا جيئرا
جاڳندا ڪردار آهن. 'زندگيءَ جو وهڪرو' هڪ اهڙي ڪهاڻي
آهي، جنهن جي وهڪ ۾ ڪئين ڪهاڻيون سمايل آهن.

هنن مائيٽين، سڏين سنوانئين. ڪهاڻين ۾: ٻـن لاشن
ٻنيان، هڪ جيئري جاڳندي چاهيندڙ جو پڇتاءُ، منيءَ جـي
طوفان ۾ ڊپيل ماڙيلي دل، ڪهاڻي جي ڪهاڻيءَ ۾ هڪ لکندڙ جو
پوو ٽيندڙ اتساهه، ٽئين تجربي ۾، شمونه، هڪ بالغ ٽيندڙ نينگ
جو اوچتو نفسياتي تجربو ۽ ان مـان ڳانديا پيل، اڻ پورت
جنسي تسڪين جي پورائيءَ لاءِ رجب ماءَ جون هٿوراڙيون
روايتي اخلاقي پرم جي ڪوڪلائپ، معصوم ٻارن جو ايڊوينچر
۽ ان ٻنيان سپاويڪ ڏهڪاءَ جـي چڪتاڻ، هـڪ شريف
ٽيڪسي ڊرائيور جو ڀاڌن ڪـان پلاند ڪنڌي پاڻ ڳـارڻ
ڪيفي شيراز جي مالڪ آقائي جي باغي فطرت، انڌي ڪوٺي
آڌو هڪ پڙهيل ڳڙهيل انسان جـي بـي وسي — اهي سڀ
داخلي زندگيءَ جا مظهر آهن، جن کي ممتاز جي ٻاهرين اک
جهٽيو آهي ۽ پوءِ هن سادي انداز ۾ بيان ڪيو آهي. ممتاز
جي ڪهاڻين جو اهو پنهنجو ڳڻ ۽ خاصيت آهي.

— ماڻ

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياڄوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بهِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بهِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمِ- گولو،

جيڪي به ڪٽين، جيڪي به ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نه آ، هي بيتُ به بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ-

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته ”هاڻي ويڙهه ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نه وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها، توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)